نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

فيبروري 1984ع

سيڪنڊ پبليڪيشن لاڙڪاڻو

ڇاپيندڙ: نيو سنڌي

قيمت: 12 رپيا

ٽائيٽل ڪئليگرافي: اياز گل

# فهرست

# منهنجو تيرهون ڪتاب

ٽيهن سالن کان پوءِ وري هي ڪم هٿ ۾ کنيم. جنوري 1954ع ۾، جڏهن مان لاڙڪاڻي جي سول اسپتال ۾ ميڊيڪل آفيسر هوس، تڏهن خليل جبران جي ڪتاب Spirits Rebellious جي هڪڙي ڏکي ڪهاڻي، جنهن کي مون "پهاڙن ۾ پڪار" جو سرو ڏنو آهي، تنهنجو ترجمو شروع ڪيو هوم. ڪهاڻيءَ جي ٽئين حصي کي سنڌيءَ ۾ آندم. پوءِ ياد نٿو اچي ته اهو ڪتاب گم ٿي ويو يا ڪو دوست کڻي ويو ۽ واپس نه ڪيائين. ڪتاب جي ٻي ڪاپي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس، پر اهو ڪتاب وري ڪٿان ملي نه سگهيو. تازو ان ڪتاب جو اردو ترجمو "سرڪش روحين" نظر چڙهي ويم. مان انگريزي ڪتاب هر حالت ۾ وڌيڪ پسند ڪريان ها، پر ايترن ورهين کان پوءِ جو هي ترجمو ڏٺم ته اهو ورتم. ٽيهه سال اڳ هٿ ۾ کنيل ترجمو، پورو ڪرڻ جو شوق جاڳيم. هن ڪتاب ۾ ان ڪهاڻيءَ جو سرو "خليل ڪافر" ڏنل هو. ڪتاب جو ترجمو ڪري ڇڏيم. هڪ ڏينهن ڪتابن جي دڪان تي خليل جبران جي ڪتابن جا ورق ورائيندي، هڪڙي اڙدو ڪتاب "دلهن ڪي سيج" ۾ ڏٺم ته ان جي ڪهاڻين مان ڪي ڪهاڻيون اهڙيون هيون، جي "سرڪش روحين" ۾ به آيل هيون. اهو ڪتاب وٺي اچي گهر پڙهي ڏٺم. "سرڪش روحين" ۾ مترجم جو نالو حبيب اشعر هو. "دلهن ڪي سيج" ۾ ترجمان جو نالو

ابوالعلاچشتي هو ۽ "دلهن ڪي سيج" ڪتاب ۾ "سرڪش روحين" ڪتاب جي ڇهن ڪهاڻين مان ٻي ڪهاڻيون ڏنل هيون. فقط ڏکي ڪهاڻي "خليل ڪافر" ڪانہ هئي. البت انهن ڪهاڻين جي سرن ۾ فرق هو. اهو فرق هن ريت هو.

"سرڪش روحين" ۾ حجلہ عروسي تہ ٻئي ڪتاب ۾ 'دلهن ڪي سيج'، "سرڪش روحين" ۾ 'نالئہ قبور'، تہ ٻئي ڪتاب ۾ 'قبرون ڪي فرياد'، "سرڪش روحين" ۾ 'گلبدن' تہ ٻئي ڪتاب ۾ 'ياسمين'. 'گلبدن' نالو پڙهي، اول ٿي منهنجي دل ۾ خيال ايريو هو تہ ڪاف تہ عربيءَ ۾ ٿيندو ئي ڪونهي، پوءِ عربي ڪردار جو نالو گلبدن ڪيئن آهي؟

"دلهن ڪي سيج" ڪتاب مان هڪڙي ڪهاڻي "فنڪار" ڪي بہ سنڌيءَ جو ويس ڍڪايم ۽ اها بہ هن ڪتاب ۾ شامل ڪئي اٿم. "سرڪش روحين" ۾ خليل جبران جي باري ۾ ڪجهہ بہ ڄاڻايل ڪونہ آهي ۽ نہ اهو ٻڌايل آهي تہ جنهن ڪتاب جو اهو ترجمو آهي، ان جو اصلي عربي ۽ پوءِ انگريزي ترجمي جو ڪهڙو نالو آهي؟ اينسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا Encyclopedia Britanica مان پتو پيو تہ ڪتاب جو اصل نالو "ارواح المتعمريدهہ" آهي ۽ 1920ع ۾ ڇپيو هو ۽ ان جو انگريزي ترجمو Spirits Rebellious 1948ع ۾ شايع ٿيو ۽ هن اڙدو ترجمي جي ڇوٿين ڇاپي تي 1978ع ڏنل آهي. اڙدو ڪتابن ۾ اهو ڄاڻايل ڪونهي تہ اهو ترجمو عربيءَ تان ڪيو ويو يا انگريزيءَ تان.

جبران، خليل جبران 1883ع ۾ لبنان ۾ ڄائو. ان خيال کان هي سال 1983ع هن جي ڄم جو 'صد سالہ' سال آهي. ڏهن سالن کان سامراجين جي سازش ڪري، لبنان جون گهٽيون ۽ رستا، رت جون

نديون بنجي ويون آهن. ان ڪري لبنانين کي پنهنجو هي عظيم اديب ياد ٿي ڪونهي جو هن جي ياد ۾ هي سال ملهائين. خليل جبران 1931ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.

ٻين ٻولين جي لکڻين ۽ خاص ڪري ادبي لکڻين جو پنهنجي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڇو ٿو ڪيو وڃي؟ ان جا مختلف اسباب ۽ سبب ٿي سگهن ٿا: مترجم ڪو ادبي فن جو شاهڪار پڙهندو آهي ته ان کي ترجمو ڪندو آهي. جڳ مشهور ليکڪ جي لکڻين کي پنهنجي ٻوليءَ جو ويس ڍڪائبو آهي. دنيا جي وڏن دانشورن ۽ مفڪرن جا ويچار عام ڪرڻ واسطي، هنن جي لکڻين جو ترجمو ڪبو آهي. اهڙيون لکڻيون جن ۾ پنهنجي ٻوليءَ وارن لاءِ نظرياتي يا عملي ڪارائتي ڳالهه معلوم ٿيندي آهي، سا ترجمو ڪئي ويندي آهي. پنهنجي قوم کي ٻين ملڪن جي قومي جنگين ۽ طبقاتي جاکوڙ جي ڄاڻ پهچائڻ لاءِ به ترجمو ڪيو ويندو آهي. ٻين ملڪن ۽ قومن جي سوچ ڄاڻڻ لاءِ به ترجمو هڪ ذريعو آهي. ڪڏهن اديب ترجمي ذريعي اهو ڏيکارڻ چاهيندو آهي ته سندس جهڙا ويچار ٻين زبانن ۽ قومن جي اديبن جا به آهن. يا اديب پنهنجا ويچار سڌي طرح پڌرا ڪرڻ بدران اهو ڪم ٻي ٻولي جي ليکڪ جي ڍڪ ۾ هن جي لکڻين جي ترجمي وسيلي ڪندو آهي. ترجمي ذريعي ادبي فن جي نون لاڙن، نون تجربن ۽ نون نمونن سان واقفيت ٿئي ٿي. ترجمي ڪرڻ سان مترجم کي اها لکئي جڳيءَ طرح ٻوري طرح پروڙڻ ۽ سمجهڻ جو وجهه ملي ٿو. هو ان لکڻيءَ جي تهه تائين پهچي وڃي ٿو، جا ڳالهه سرسري پڙهڻ سان ممڪن نه آهي.

مون هن ڪتاب جو ڪٿي ڪٿي لفظي، نه ته گهڻو تڻو آزاد ترجمو ڪيو آهي. ڪي اهڙا ٽڪرا، جن ۾ ليکڪ سهڻي ٻولي يا

تشبيهن ڏيڻ جي شوق ۾ اجائي ڊيگهه ڪئي آهي، سي اورانگهي ويو آهيان. يا اهڙا ٽڪرا جن جو مطلب سمجهه ۾ نه ٿي آيو، تن کي ڇڏي ڏنو اٿم يا سمجهڻ جهڙو بنايو اٿم. مذهبي لفظن ۽ مذهبي اصطلاحن کي ڪوشش ڪري بدلائي، روزمره روايتي مذهبي اصطلاح ۽ لفظ، جي اڻ ڇتا ۽ بي معنيٰ هوندا آهن، جن تي پڙهندڙ سوچيندو ڪونه آهي يا ان کي سوچڻ لائق نه سمجهندو آهي، ۽ جنهن سان ڪوبه تصور نه، يا غلط تصور ڳنڍيل هوندو آهي. مون کي اهو به احساس آهي ته وقتي مترجم پنهنجن ويچارن، وهمن ۽ نظرين سميت، ترجمي ۾ ڪاهي پوندو آهي.

هن اڙدو ترجمن ۾ به اهڙيون ڳالهيون ڏٺم. مثال طور هڪڙي ڪهاڻي، جنهن جو سرو مترجم 'ابوالعلاچشتيء'، "سرڪش روحين" ڪتاب ۾ " حجلہ عروسي" ڏنو آهي ۽ مترجم حبيب اشعر، " دلهن ڪي سيج" ڪتاب ۾ "دلهن ڪي سيج" ڏنو آهي، ان ڪهاڻيء کي جتي ابوالعلاچشتيء ختم ڪيو آهي، حبيب اشعر ان کان اڳتي سڄا سارا چار صفحا ترجمي جا وڌيڪ ڏنا آهن ۽ مون ڏٺو ته اهي چار صفحا ڪٽڻ ڪري ڪهاڻيء جي تڪميل تي ڪو اثر ڪونه پيو آهي. اهي چارئي صفحا غير ضروري ۽ ٻناڙ محسوس ٿين ٿا.

ترجمي بابت مٿي چيل مڙني ڳالهين کي ڌيان ۾ رکي جي سوچجي ته خليل جبران هي ڪتاب اصل ۾ عربي زبان ۾ لکيو، ان جو انگريزي ترجمو ٿيو، انگريزيء تان اڙدو ۾ ۽ اڙدو مان سنڌيء ۾ ٿيو. هر مترجم پنهنجي پنهنجي نموني دست اندازي ۽ ڦيرگهير ڪندو رهيو. جيڪڏهن خليل جبران جيئرو ٿي پوي ۽ سنڌي سکي پنهنجي عربي ڪتاب جو سنڌي ترجمو پڙهي ته شايد پنهنجي هيء لکتيء سڃاڻي به نه سگهي.

خليل جبران کي ڀرپور نموني سان مون کي ھي احساس ايرندو آھي تہ ھن طبقاتي سماج تي تہ گھڻو ڪجھہ لکيو آھي، پر ھن قوميت جي سوال کي ھٿ نہ لاتو آھي، جيتوڻيڪ ھن جو ديس 'لبنان' ھن جي دؤر ۾ بہ ترڪن ۽ انگريزن جو غلام ھو ۽ اتي جي اجوڪي رت ڇاڻ بہ ٻاھرين قومن جي دخل اندازيءَ ڪري آھي. خليل جبران بنيادي طرح ڪھاڻي ڪار نہ آھي. ھن جي ڪھاڻين ۾ ڪھاڻيپڻو ھوندي بہ ڏسجہ، تو تہ ھن فن طرف گھڻو توجھہ نہ ڏنو آھي. ھن جو سچو ڏيان ان ڳالھہ ڏانھن آھي جا ھو چوڻ چاھي ٿو، ۽ اھا ڳالھہ ھو پرچاري انداز ۾ ٻڌائڻ کان نہ ٿو ڪيٻائي. ان ڪري ھو اھا ڳالھہ چٽي طرح ۽ سنئين سڌي ڍنگ ۾ ٻڌائي ٿو جيئن پڙھندڙ سھنجائيءَ سان سمجھي سگھن.

خليل جبران بنيادي طرح فيلسوف ۽ شاعر آھي. تشبيھن جي گھڻائي ۾ ايڏو غرق ٿي وڃي ٿو، جو اجائي پٽاڙ محسوس ٿئي ٿي ۽ ڪن جڳھين تي تہ اصل مطلب ئي بگڙيل يا سمجھڻ ۾ ڏکو محسوس ٿيڻ لڳي ٿو. ان کان سواءِ ھن جي ڪھاڻين جو گھڻو ڪري ھر ڪردار فيلسوف ۽ شاعر ڏسجي ٿو ۽ انھي جي گفتگو، گفتگو نہ پر ممبر تي بيٺل مولويءَ جو ڊگھو وعظ لڳي ٿو. اھڙي طرح خليل جبران جي لکڻين ۾ ڪم جي ڳالھہ ٿوري ۽ نام نوھ سرس آھي.

خليل جبران جي ھن ڪھاڻين جو نشانو طبقاتي سماج آھي. اھو طبقاتي سماج، جنھن کي زميندار، سرمائيدار، حاڪم ۽ پادري پئدا ڪيو. ھو پرمار ظلمن تي نظرياتي نقاد ٿو ڏسجي. پرمارن جي پرماريت، ظلمن، مڪارين ۽ عياشين تي ٻاھہ ٿي ٿو وڃي. پر اھڙي حل جي ھن وٽ صحيح ساڃھہ ڪانھي يا صحيح ساڃھہ ۽ شعور

آهي تہ ذهني طرح مڃي ڪونہ ٿو. يا مصلحت ڪري ان کي نظرانداز ڪري ٿو.

هن جي طبقاتي سماج ۾ مذهب ۽ شاديءَ جي مامرن جي وڍڪٽ، مون کي هنن ڪهاڻين جو ترجمو ڪرڻ تي تيار ڪيو. هن مذهبي پيشوائن جا، هنن جي ٻچاڙائي ۽ رياڪاريءَ ڪري، جوڙا لاٿا آهن، ۽ هو طبقاتي سماج جي حوالي سان هنن ڪهاڻين ۾ محسوس ڪرائي ٿو تہ هن دؤر ۾ انسانن جي رشتن ۾ شاديءَ جو رشتو بدترين، ظالم ترين، غير سياويڪ ۽ غير اخلاقي بنجي ويو آهي.

مون هن ڪتاب جو ڪم لاڙڪاڻي ۾ شروع ڪيو هو. اتفاق سان هاڻي هي ڪتاب لاڙڪاڻي جو ئي هڪ ادارو "سڳنڌ پبليڪيشن" ڇپرائي رهيو آهي. ان اداري جو روح روان زيب سنڌيءَ، جنهن وقت مون هن ڪتاب جو ترجمو شروع ڪيو هو، اڃا ڄائو ئي ڪونہ هو. ڪڇهري ڪندي، زيب کي پنهنجون ڪي لاڙڪاڻي جون يادگيريون ٻڌايم. مون هن کي چيو آهي تہ منهنجي هن ڪتاب جي هڪڙي ڪاپي، ان گهر ۾ رهندڙ کي ضرور ڏئي. جنهن گهر ۾ مون ويهي هي ڪتاب شروع ڪيو هو. مون کي رهڻ واسطي جيڪو گهر مليو هو، سو اصل ۾ ڊاڪٽر ڪيارام جو هو. ڊاڪٽر ڪيارام لاڙڪاڻي جي سول اسپتال ۾ سول سرجن هو، ۽ هن کي هي ملڪ ڇڏي هندستان وڃڻو پيو هو. هي گهر ٻراتي سول اسپتال جي ويجهو هو ۽ تمام وڏو گهر هو. مان ڇڙو ڇانڊ هوس. نوڪر رکڻ جي پهچ بہ ڪانہ هئي. لاڙڪاڻي ۾ منهنجو وقت ڏاڍو ڏکيو گذريو. تازو تازو شاگرديءَ جو دور ختم ڪري، نوڪريءَ ۾ گهڙيو هوس. هٿ خالي، کيسا خالي، گهر خالي. ماني هوٽل ۾ کائيندو هوس. نہ دوست نہ واقفڪار. لاڙڪاڻي پاسي نہ واسطو

رهيو هو ۽ نہ وڃڻ ٿيو هو. وڏي ڳالهہ تہ لاڙڪاڻي ويو هوس پر ناٿو ڪونہ هو.

اتان بدلي ٿيڻ کان پوءِ پڌو هوم تہ مسٽر عبدالرزاق سومرو ان جاءِ ۾ رهي ٿو. خبر ناهي هن وقت اتي ڪير رهي ٿو، پر منهنجي دل ۾ اهو خيال ابريو آهي تہ ان جاءِ ۾ هي ڪتاب پهچي. مون زيب سنڌيءَ کي اهو بہ چيو آهي تہ هن ڪتاب جي هڪڙي ڪاپي جان محمد عباسيءَ جي پٽ حڪيم غلام رسول عباسيءَ کي بہ ضرور ڏئي. لاڙڪاڻي ۾ رهڻ دوران مان فقط هڪڙو دوست بنائي سگهيس. اهو هو جان محمد عباسي، جو پوءِ جماعت اسلامي جي حوالي سان مشهور ٿيو ۽ اڃا تائين مشهور آهي. اسين ٻئي گهڻو ڪري ڏهاڙي شام جو رائيس ڪئنال طرف چڪر ڏيڻ ويندا هئاسين. مان ڪڏهن ڪڏهن جي پيءُ حڪيم غلام رسول عباسيءَ جي دواخاني ۾ بہ وڃي پيءُ سان ڪچهري ڪندو هوس. اسان کي خبر هئي تہ اسان جا مذهبي ۽ سياسي نظريا هڪ ٻئي جي صفا ابتڙ آهن، پر اها ڳالهہ اڄ تائين اسان جي دوستيءَ جي وچ ۾ نہ آئي آهي. منهنجي پهرئين ڪتاب "طوفان جي تمنا" جي ڪهاڻي 'طوفان جي تمنا' جو هڪڙو ڪردار منهنجو اهو دوست بہ آهي.

لکڻ لاڙڪاڻي ۾ بہ جاري رهيو. اتهن مان منهنجن ڇپيل ٽن مضمونن سنڌ ۾ چڱي چرپر پيدا ڪئي. الوحيد اخبار ڪراچي (12 جولاءِ 1953ع) ۾ منهنجو مضمون "اچڻ وارا اچا نہ آئين!" ڇپيو. هي مضمون امام مهديءَ جي باري ۾ هو. ان مضمون جي رد ۾ ٽٽي جي هفتيوار اخبار "الحيدر" ۾ ڀاويهن قسطن ۾ مضمون ڇپيو. ان کان سواءِ جنوري 1955ع ۾ انجمن اماميہ سنڌ، حيدرآباد طرفان، منهنجي ان مضمون جي جواب ۾ هڪڙو ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو

ويو. ان ڪتابڙي جو نالو آهي: "ٻارهن امامن جي امامت ۽ وجود حجت جو ثبوت - اڄڻ وارو بيشڪ ايندو بجواب اڄڻ وارا اڃا نہ آئين." ان جو مؤلف آهي محمد هاشم عرف ميوو خان، جوائنٽ سيڪريٽري انجمن اماميہ سنڌ. منهنجو پيو مضمون "لنڊن ڏانهن خط" بہ الوحيد ۾ ڇپيو هو. اهو اسلامي نظام جي باري ۾ هو. ان جي جواب ۾ الوحيد اخبار (22 سيپٽيمبر 1953ع) ۾ ٿي مولوي الهہ ورايو بروهي، مدرسہ مظهرالعلوم ڪراچي جو ليک ڇپيو هو. ان جو سرو هو: "ملازم ڇا آهي؟" ان لکندڙ پاڻ کي ترقي پسند مسئلو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

سائين ايچ اير خواجا، جو ان وقت لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نواب شاهہ جو هيڊ ماستر هو، تنهن بہ منهنجا اهي مضمون ۽ انهن جا جواب اخبارن ۾ پڙهيا هئا. هو منهنجو انقلاب پسند استاد هو ۽ منهنجي شاگرديءَ جي زماني کان ئي منهنجي باري ۾ هن کي يقين هو تہ مان اڳتي هلي دنيا ۾ ڪو وڏو مرتبو حاصل ڪندس. هن اخباري وٺ پڪڙ جي انهن ڏينهن ۾، نواب شاهہ مان فون تي مون سان ڳالهائي چيو هو: "تنهنجي لکڻين ۾ ويچار درست ۽ انقلابي آهن، توکي خبر آهي تہ مان انهن خيالن کي صحيح سمجهان ٿو. پر تنهنجي نوڪريءَ جي شروعات آهي ۽ پنهنجي مستقبل ٺاهڻ جي ابتدا. ان ڪري اهڙيون لکڻيون لک پلي، پر حالي ڇپراءِ نہ." ساڳئي وقت اها بہ خوشخبري ڏني هئائين تہ هو منهنجي شادي هڪ وڏي ماڻهوءَ جي ڌيءَ سان ڪرائڻ وارو آهي."

منهنجو ٽيون ڪهاڻي نما مضمون "حضرت ابوذر غفاري" بہ ڪراچيءَ جي الوحيد اخبار (27 سيپٽمبر 1953ع) ۾ ڇپيو هو. هن صحابيءَ، حضرت عثمان جي خلافت جي دؤر ۾ سرمائيداري ۽

حضرت عثمان جي مالداريءَ جي مخالفت ڪئي هئي. ان مضمون جي جواب ۾ "نواءِ سنڌ" اخبار (25 آڪٽوبر 1953ع) ۾ مولانا قادري احمد مدرسه دارالفيوض لاڙڪاڻو، جو مضمون ڇپيو هو، ان ۾ هن مون کي لينن جو مريد، مارڪسزم جو معتقد ۽ ڪميونزم جو شيدائي سڏيو هو، ان مولانا لاڙڪاڻي ۾ پبلڪ جلسو ڪري، منهنجي خلاف ۽ مون کي نوڪريءَ مان ڪڍڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪرائڻ جو پروگرام پڻ ٺاهيو. منهنجي چوڻ کان سواءِ ۽ منهنجي چاڻ بنا، جان محمد عباسيءَ وڃي ان مولانا کي سمجهايو هو. بهرحال ان کان اڳ ۾ مون مارڪسزم ۽ ڪميونزم جو اڀياس ڪونه ڪيو هو، پر مولانا قادري احمد جي ان مضمون بعد مون مارڪسزم ۽ ڪميونزم کي باقاعدي پڙهڻ شروع ڪيو. ان اڀياس ڪري ئي مان خليل جبران جون طبقاتي سماج جي باري ۾ لکيل ڪهاڻيون پوري طرح سمجهي سگهيس ۽ انهن جو ترجمو ڪرڻ جو شوق جاڳيو.

نجم عباسي
95- بي، يونٽ نمبر 6
لطيف آباد، حيدرآباد سنڌ.
26- نومبر 1983ع

# پهاڙن ۾ پڪار

اتر لبنان جي هڪ ڳوٺ ۾، شيخ عباس رهندو هو، جيڪو رعيت جي وچ ۾ راجا. هن جو عاليشان محل، ڳوٺاڻن جي جهوپڙين درميان اهڙي طرح لڳندو هو، جهڙي طرح چامڙن جي ميڙ ۾ ديوَ قامت انسان. هن جي ۽ ڳوٺاڻن جي رهڻي ڪرڻي ۾، سڪار ۽ ڏڪار وارو فرق هو. هن جون عادتون، هنن کان ائين مختلف هيون، جيئن قوت کان ڪمزوري.

جڏهن شيخ (وڏيرو) عباس، ڪابہ ڳالهہ پنهنجي چپن مان ڪڍندو هو، تڏهن سڀ هاري، سوچڻ سمجهڻ بنا. هن سان ها ۾ ها ملائيندا هئا. ڇڻ تہ هنن ڪي پنهنجو ڪجهہ بہ عقل ۽ دماغ ڪونهي. جنهن وقت ڪاوڙ ۾ ايندو هو، تنهن وقت سڀ هاري ڪنبڻ لڳندا هئا ۽ هن جي شڪل ڏسي، ائين وٺي ڀڄندا هئا. جهڙي طرح سرءُ ۾ وڻن جا ڇڻيل سڪل پن هوا جي تيز وهڪري ۾ اڏامندا آهن. جيڪڏهن هو ڪنهن کي ٿڦڙ وهائي ڪڍندو هو تہ اهو شخص، اها آسماني سزا سمجهي، اف بہ نہ ٻوليندو هو. ايتري قدر جو مار ڏيندڙ ڏانهن اک کڻي نهارڻ بہ هن لاءِ ڪفر ۾ داخل هو. جڏهن هو ڪنهن شخص ڏانهن نهاري مشڪندو هو تہ سڀ ماڻهو ان شخص کي خوش نصيب سمجهندا هئا ۽ هن کي مبارڪون ڏيندا هئا تہ صاحب توتي راضي ٿيو آهي. هنن ڳوٺاڻن جي هيءَ

عاجزي ۽ فرمانبرداري. انهيءَ ڪري نہ هئي تہ ڪو شيخ عباس سگهارو هو ۽ هو هيڻا هئا. پر ان جو سبب صرف هيءُ هو تہ هو غريب هئا ۽ هن تي پاڙيندڙ. جن زمينن تي هو پوکي راهي ڪندا هئا ۽ جن گهرن ۾ هو مٿو لڪايو ويٺا هئا. اهي شيخ جي ملڪيت هئي. شيخ ڪي هيءَ جائداد پنهنجن ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ ملي هئي تہ هارين جي غربت پڻ موروثي هئي. هو شيخ جي نظرداريءَ هيٺ پوک پوکيندا هئا ۽ فصل لڻندا هئا. پر هن کي پنهنجي محنت ۽ تڪليف جي بدلي ۾ پنهنجو بکيو پيٽ پرڻ لاءِ بہ پورو ان مهيا ڪونہ ٿيندو هو. هن مان گهڻا تہ سياري جي [illegible] کان اول ئي مانيءَ ٽڪر لاءِ محتاج بنجي پوندا هئا. پو[illegible] هڪ ڪري شيخ وٽ ويندا هئا ۽ هن جي آدو ڪجهہ [illegible] يا ڪڻڪ جي ڳون، قرض طور ڏيڻ واسطي هٿ ٻنڪيندا هئا ۽ منٿ ميڙ ڪندا هئا. عباس، هن جا سوال خوشيءَ سان قبول ڪندو هو. ڇو تہ هن ڄاتو ٿي تہ ٻار تي ٻيڻا ٿي ملندا، هڪ سڪي جي بدلي ۾ ٻہ سڪا، ۽ ڪڻڪ جي هڪ ڳوڻ جي بدلي ۾ ٻہ ڳوڻيون.

اهوئي هو ڳوٺ جي هنن بدحال باشندن جي جيون جو گهاٽو. هو شيخ عباس جي قرض هيٺ پيڙهجي رهيا هئا. هن جي اٽي، لٽي ۽ اجهي جو دارومدار هن تي هو. هو، هن جي غصي ۽ غضب کان ٿڙڪيا ٿي، ۽ هن جي راضپي ۾ ئي هنن جو جياپو هو.

سرديءَ جي موسم آئي. برف باري ۽ تيز طوفان شروع ٿي ويا. زمينون ۽ باغ، ماڙيون ۽ ميدان سڀ ويران نظر اچڻ لڳا. هر طرف ڪڪڙوڪو لڳي وئي. هاري ناري، شيخ عباس جا گدام ۽ گنديون، اناج سان ڀري پنهنجي پنهنجي گهر ۾ وڃي سوگها [illegible]يا.

هيئڙ هتن کي ڪوبہ ڪم ڪرڻو نہ هو. هو چلهہ جي چوڌاري ويهي، گذريل ڏينهن جون ڳالهيون ۽ ايندڙ زماني جا اندازا ڪندي، پنهنجا ڏينهن ڪاٽڻ لڳا.

ڊسمبر مهينو پورو ٿيو. پراڻو سال سفيد فضا ۾ پنهنجا پويان پساهہ کڻڻ لڳو. رات ٿي، جنهن جي پيٽ مان نئين سال جو ٻار ٻاهر نڪري نروار ٿيو... زور سان برف پوڻ لڳي. تيز ۽ سرد هوا سوساٽ ڪندي جبلن مٿان برف کهليندي هيٺ ماٿريءَ ۾ ڦهلائڻ لڳي، جنهن ڪري اتي جا سڀ کڏون ۽ کوہہ برف سان ڀرجي ويا. طوفان تيز ٿيندو ويو. برف پوندي رهي. ڌرتيءَ جو مٿاڇرو برف جي اڇاڻ سان ڍڪجي ويو. ڪوهيڙي جي ڪري، واديءَ جي ڪناري واريون هڙئي وسنديون هڪ ٻئي کان الڳ ٿي ويون، ۽ غريبن جي جهوپڙين جي جهڪي روشني نظرن کان غائب ٿي وئي. هارين جي دلين تي خوف ڇانئجي ويو ۽ ڍڳا ڍور ڊيڄاريندڙ ڪڙڪاٽ ٻڌي، ڇنائڻ لڳا. ڪتا ڪنڊن ۾ ڇپي ويا.

هر طرف رڳو هوا جو دل دهلائيندڙ آواز ٿي ٻڌجي رهيو هو. جو غارن ۽ ماٿريءَ جي گهراين ۾ گونج ڪري پيدا ٿي رهيو هو. ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ڄڻ تہ پراڻي سال جي خاتمي ڪري، فطرت غضبناڪ بڻجي پئي آهي ۽ گهرن ۾ رهندڙ انساني ياتيءَ کان سردي ۽ طوفان جي هٿيارن سان بدلو وٺڻ ٿي چاهي.

انهيءَ ڀيانڪ رات جو ۽ شور ڀري فضا ۾ هڪ ٻاويهن سالن جو نوجوان، قزحيا جي ديول کان، شيخ عباس جي ڳوٺ ڏانهن ويندڙ انتهائي دشوار پيچري تان وڃي رهيو هو. قزحيا جي ديول، لبنان جي مشهور ۽ وڏي ۾ وڏي دولت واري ديول آهي. ان جي ساليانی پيدائش لکين رپيا آهي. ان ۾ سوين پادري رهندا هئا.

سرديءَ ڪري نوجوان جو سارو بدن سن ٿي ويو هو. بڪ ۽ ڏڪ ڪري، هن جي ساري طاقت جواب ڏيئي چڪي هئي. هن جو ڪارو لباس برف سان ڍڪجي ويو هو، ڄڻ هن ڪفن پاتو هو.

هن اڳتي وک وڌائي، پر هوا جي زور ڪري پوئتي ڌڪجي ويو. انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ هو ڪري پيو. هن مدد لاءِ پڪاريو. ٿڌ جي اثر ڪري هو خاموش ٿي ويو. هو وري اٿي ڪڙو ٿيو ۽ چپ چاپ ٿڙ ٿڙ ڏڪندو رهيو. هو ڏاڍو مايوس ٿيو ۽ سخت نااميدي ويڙهي ويس. هو پاڻ کي انهيءَ پکيءَ جيان سمجهڻ لڳو، جنهن جا پر ڪپجي ويا هجن ۽ درياهه ۾ ڪري پيو هجي ۽ جنهن جو وهڪرو هن کي اونهي بحر ڏانهن گهلي ويندو هجي.

نوجوان هڪ ڀيرو وري موت سان مقابلو ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو. آخر هن ۾ مرڻ ڀرڻ جي سگهه به ڪانه رهي. هن جي رڳن ۾ رت ڄمي ويو ۽ هو سڪل بنهه وانگر برف تي ڪِري پيو. هن ساري بدن جو زور لڳائي دردناڪ دانهن ڪئي. اهڙي دانهن، جا ماٺهو موت کي سامهون ڏسي ڪندو آهي. اهڙي رڙ، جا انسان طوفان ۾ اڪيلو ڦاسڻ وقت ڪندو آهي. اهڙو آواز جنهن ۾ زندگيءَ لاءِ پيار پڌرو ٿيندو آهي.

هن ڳوٺ جي اتر ۾ ٿورو پريرو، هڪ ننڍڙي جهوپڙي هئي. ان ۾ هڪ ضاعفان، راحيل نالي پنهنجي نوجوان ڌيءَ مريم سان گڏ رهندي هئي. هوءَ رن زال هئي. هن جو مڙس، سمعان، پنج سال اڳ، ڀرواري جهنگ ۾، بيرحميءَ سان قتل ٿيل ڏٺو ويو هو. اڄ تائين خونيءَ جو پتو نه پيو هو.

راحيل ٻين ٻيوهه، لاوارث عورتن جيان هٿ جو پورهيو ڪري پٽي پيٽ قوت ڪمائيندي هئي. لاباري جي ڏينهن ۾ هوءَ ٻنين ۾

وچي ڪُ ميڙيندي هئي. سياري جي مند ۾ سٺ ڪتيندي ۽ اوڙي پاڙي جا ڪپڙا سبندي هئي. هوءِ سڀ ڪم توجهه ۽ نيڪ نيتيءَ سان ڪندي هئي. هن جي ڌيءَ مريم نمائي، مالڻي ۽ ڏاڍي سندر هئي. ۽ ڪم ڪار ۾ ماءُ جي مدد پڻ ڪندي هئي. مٿي بيان ڪيل هيبتناڪ رات جو، راحيل ۽ سندس ڌيءُ مريم، وسائل باهه جي پرسان ويٺيون هيون. هڪ نڪر جو ڏيئو ٽمڪي رهيو هو. ٻاهر هوا ۽ طوفان جو گوڙ هو. ڇوڪريءَ گهڙيءَ گهڙيءَ ننڍڙي ڳڙڪي کولي ٻاهر تاريڪيءَ ۾ گهوري ٿي نهاريو ۽ ٻاهر جو ڀيانڪ ڏيک ڏسي، پريشان ٿي ٿي وئي ۽ وري اچي ٿي پنهنجي جڳهه تي ويٺي.

اوچتو هن ڇرڪ ڀريو، ڄڻ ته ڪنهن گهري ننڊ مان سجاڳ ڪيو هوس. ڊپ ڀريل نظرن سان، ماءُ ڏي نهاري چيائين: "امان، تو ڪجهه ٻڌو؟ تو ڪا پڪار ٻڌي؟"

ماءُ ڪنڌ مٿي ڪنيو، ڪن ڪڙا ڪيائين ۽ پوءِ جواب ڏنائين، "نه، مون ڪي ته هوا جي شور ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به ٻڌڻ ۾ ڪونه ٿو اچي."

"مون ڪجهه ضرور ٻڌو." ڇوڪريءَ اُتر ڏنو. "هڪ اهڙو آواز، جو هوا ڪان زياده زوردار ۽ طوفان ڪان وڌيڪ تيز هو." ائين چئي هوءِ اٿي ۽ ڳڙڪي کولي، غور سان ٻڌڻ لڳي. هڪ ڪن ڪان پوءِ چيائين "امان! اها دردناڪ پڪار مون وري به ٻڌي."

راحيل اٿي ڳڙڪيءَ وٽ آئي ۽ جواب ڏنائين، "مون به اهو آواز ٻڌو. اچ ته در کولي، ٻاهر ان جي تلاش ڪريون. پر ڀرين اها ڳڙڪي بند ڪر ته متان هوا جي ڪري ڏيو نه وسامي وڃي."

ائين چوندي، راحيل پنهنجي جسم تي ڪنبل ويڙهيو ۽ پوءِ پختن پيرن سان ٻاهر نڪري وئي. مريم دروازي وٽ بيهي رهي،

جتي هوا هن جي زلفن سان کيڏڻ لڳي.

راحيل برف تي ڪجهه وکون اڳتي هلي ٻيهي رهي ۽ آواز ڏنائين، "ڪير مدد واسطي پڪاري رهيو آهي؟"

جواب ڪونه مليو. حالت ته اهڙي هئي جو ڪيرو هلڻ مشڪل هو، پر هن همت نه هاري ۽ قدم اڳتي وڌايائين. اِجان ٻه چار وکون مس کنيائين ته هن کي برف جي اڇاڻ ۾ پيرن جا نشان نظر آيا. انهن جي آڌار تي هوءَ هلندي رهي. جلد ئي هن کي هڪ انسان برف تي بيهوش پيل نظر آيو، جيئن اڇي چادر تي ڪاري ڇتي لڳل هجي. نوڙي، هن جي نبض ۽ دل جي ڇڪاس ڪيائين. حالت اميد افزا محسوس ٿيس. پوءِ پنهنجي جاءِ ڏانهن منهن ڪري، بلند آواز ۾ چيائين، "مريم! اچ، اچي منهنجي مدد ڪر. مون هن کي هٿ ڪيو آهي."

مريم جهوپڙيءَ مان نڪتي. سرديءَ جي ڪري هن جو سارو سرير ڪنبي رهيو هو. ماءُ جي قدمن جي نشانن جي آڌار تي، هوءَ اتي پهچي وئي. هڪ انسان کي اهڙي طرح بيهوش پيل ڏسي، هن جي وات مان چيخ نڪري وئي. ماءُ آٿت ڏنس: "ڊيءُ ڊڄ نه، هو اڃا جيئرو آهي. اچ هيڏانهن ولينس ته هن کي اندر کڻي هلون."

ٻنهي عورتن نوجوان کي کنيو. هوا هنن کي بيهڻ نه ٿي ڏنو، ۽ پير هنن جا برف ۾ پيهي ٿي ويا. هو جهوپڙيءَ ۾ پهچي ويون. نوجوان کي چلهه جي پر ۾ ڪري ليٽايائون. ماءُ هن جا هٿ پير مهٽڻ لڳي ۽ ڌيءُ هن جا وار ۽ ٿڌا هٿ ڪپڙي سان سڪائڻ لڳي. ٿورن منٽن اندر ئي هو چُرڻ پرڻ لڳو ۽ هن جي اکين ۾ جنبش پيدا ٿي. اهو ڏسي هنن نيڪ عورتن جي دل خوشيءَ کان ٽپا ڏيڻ لڳي. هن جا ڪپڙا مٽائيندي مريم چيو، "امان ڏس هن کي ته پادرين واري پوشاڪ پهريل آهي."

ٻاهر ۾ سڪل ڪاٺيون وجهندي، راحيل وراڻيو، ”حيرت جهڙي ڳالهه آهي. پادري ته اهڙين خوفناڪ راتين جو ديول کان ٻاهر ڪونه نڪرندا آهن. خبر ناهي هن ويچاري کي ڪهڙي ڳالهه پنهنجي جان خطري ۾ وجهڻ تي مجبور ڪيو؟“

نينگريءَ وري اچرج ڪائيندي چيو، ”امان، هي ته بنا ڏاڙهيءَ جي آهي. پادرين کي ته گهاٽي ڏاڙهي ٿيندي آهي.“

ماءُ نوجوان ڏانهن نهاريو. هن جي اکين مان مادرانه شفقت بکي رهي هئي. هن چيو، ”ڌيءُ، هن جي پيرن کي ڪپڙي سان اگهه. هو پادري آهي يا ڌوهاري، ان سان هن وقت اسان جو واسطو ڪونهي.“

راحيل ڪاٺ جي پيتيءَ مان مَڌ جو شيشو ڪڍيو ۽ ان مان ڪجهه گلاس ۾ اوتيائين. پوءِ ڌيءُ کي چيائين، ”مريم، هن جو وات کول ته ۾ چار ڍڪ مڌ جا پياريانس، جيئن هن کي سگهه حاصل ٿئي ۽ جسم اندر گرمائش موٽي اچي.“

راحيل پيالو نوجوان جي چپن سان لڳايو. جڏهن ٿورو شراب هن جي پيٽ ۾ پهتو، تڏهن هن پنهنجيون وڏيون وڏيون اکيون کوليون، اداس نگاهن سان پنهنجي چوڌير نهاريو. هن جي اکين ۾ شڪر جا ڳوڙها چلڪي رهيا هئا. هن پنهنجي سامهون سُندر ڏيک ڏٺو هو. موت جي منهن مان نڪري، هن ٻيو ڀيرو زندگيءَ جي شڪل ڏٺي، نا اميديءَ کان پوءِ اميد جي صورت جو درشن ڪيائين. ان کان پوءِ هن پنهنجو ڪنڌ ڦيرايو ۽ ڏڪندڙ چپن سان چيائين، ”شل سدائين سکيا رهو.“

راحيل هن جي ڪلهن تي هٿ رکي چيو، ”تون نهايت ضعيف ٿي ويو آهين، گهڻو نه ڳالهاءِ.“

مريم چيو "ٻاهر جي ايا ويجهو سري اچ."

نوجوان ائين ڪيو. راحيل هن کي شراب جو هڪ ٻه ڍُڪ به پياريو ۽ مريم کي چيائين، "هن جا ڪپڙا ٻاهر تي سڪائي وٺ." مريم ائين ڪيو ۽ نوجوان طرف پيار ڀري نظر سان ڏسڻ لڳي، ڄڻ ته پنهنجي نگاهن سان هن جي ٿڪل ۽ ڪمزور جسم ۾ حرارت ۽ قوت پهچائي رهي آهي.

راحيل ٻه مانيون ۽ هڪ پيالو جنهن ۾ ماکي ۽ سڪل ميوو هو، کڻي آئي. هوءَ نوجوان جي ڀرسان ويهي، گرهه گرهه ڪري هن کي ائين کاڏو کارائڻ لڳي، جيئن ماءُ ننڍي ٻار کي کارائيندي آهي. هن پيٽ ڀري ڍؤ ڪيو. هاڻي هن جي جان ۾ جان آئي ۽ هو پنهنجي بدن ۾ ڪافي تازگي ۽ چستي محسوس ڪرڻ لڳو. هو تڏي تي ئي سنئون سڌو ٿي ويٺو. هن جو زرد چهرو ٻاهر جي سرخ شعاعن ۾ ٻهڪڻ لڳو ۽ هن جي اداس اکين ۾ چمڪ پيدا ٿيڻ لڳي.

هن مٺو مٺي ڪري چيو. "انسان جي دل ۾ رحم ۽ ظلم جا جذبا اهڙيءَ طرح ٽڪر کائن ٿا. جهڙي طرح هن اونداهي رات ۾ فطرت جون قوتون جنگ ۾ رڌل آهن. پر رحم جو جذبو آخر غالب ايندو، ڇو ته اها مقدس چيز آهي ۽ رات جون خوفناڪيون پرهه ڦٽڻ سان غائب ٿي وينديون." هو گهڙيءَ ٻن لاءِ چپ ٿي ويو. وري جهيڻي آواز ۾ چوڻ لڳو، "انساني هٿن ئي مون کي ذلت جي غار ۾ اڇليو ۽ انساني هٿن ئي مون کي بچايو. انسان جو ظلم ڪيڏو نه سخت آهي، پر هن جي همدردي ايا به وڌيڪ سخت."

راحيل مادرانئي مهرباني ۽ ميٺاج سان پڇيو، "تو اهڙي وڳڙي ديول ڇو چڏي؟ اهڙي خوفناڪ رات جو جنهن ۾ ٻگهڙ به وڃي غارن ۾ پناهه وٺندا آهن ۽ عقاب پٿرن پٺيان لڪندا آهن؟"

نوجوان جي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا ۽ جواب ڏنو، "لومڙن وٽ ٻڙون آهن، پرندن وٽ به آکيرا آهن، پر ماڻهو مٿو لڪائڻ لاءِ جڳهه کان محروم آهي!"

راحيل چيو، "حضرت مسيح به پنهنجي باري ۾ اهي اکر چيا هئا، جڏهن سندس هڪ پوئلڳ هن کي چيو هو ته جيڏانهن به اوهين ويندا، آءٌ توهان جي پٺيان پٺيان ايندس."

نوجوان چيو، "سچ جو هرڪو ڳولائو، هن فريب ۽ مڪار ڀريل سماج ۾ انهيءَ نتيجي تي ئي پهچندو."

راحيل ماٺ ٿي وئي ۽ هن جي چيل لفظن تي غور ڪرڻ لاءِ، پوءِ هٻڪندي پڇيائين "پر ديول اندر ته ڪشادا ڪمرا، سون ۽ چانديءَ سان ڀريل صندوقون، ڪٽڪ ۽ شراب جا گدام، ۽ ٻڪرن ۽ رڍن جا ڌڻ آهن. توکي آخر ڪهڙي مامري اهڙي رات جو نڪرڻ تي مجبور ڪيو؟"

"حالي توهان کي اهو ٻڌائڻ ڪافي آهي ته مون کي زبردستي اتان ڪڍيو ويو." نوجوان ڏکوِ ساهه ڀري چيو.

راحيل چيو، "ديول اندر پادري ائين هوندو آهي، جيئن جنگ جي ميدان تي سپاهي. هن جو ڪمانڊر، هن کي ڇنڊيندو آهي ۽ اهو خاموشيءَ سان سهي ويندو آهي. هو هن کي حڪم ڏيندو آهي ۽ هي ان جي بنا دير پوئواري ڪندو آهي. مون ٻڌو آهي ته ماڻهو ايستائين پادري بنجي نه ٿو سگهي، جيستائين هن پنهنجون هڙئي خواهشون ترڪ نه ڪيون آهن، پنهنجي سوچ ۽ پنهنجو تياڳ نه ڪيو آهي. ساڳئي وقت هڪ نيڪ آقا به پنهنجي نون پوئلڳن کي اهڙي ڪم جو حڪم نه ڏيندو آهي، جو هن جي وٽ کان وڌيڪ هجي. پوءِ ڀلا ڪهڙيا ديول جي وڏي پادريءَ توکان اهڙي شيءِ گهري

تقاضا ڇو ڪئي، جو تون پنهنجي حياتي موڏن ۽ برف جي حوالي ڪرڻ تي مجبور ٿئين؟"

نوجوان وراڻيو، "وڏي پادريءَ جي نظر ۾ ڪوبه شخص جيسين انڌو، ٻوڙو، گونگو ۽ بيحس نہ آهي، تيسين پادري ٿي نہ ٿو سگهي. مون ديول ان ڪري ڇڏي، جو مان انڌو ۽ گونگو نہ آهيان، پر اکين ۽ ڪنن وارو هڪ انسان!"

راحيل ۽ مريم هن ڏانهن ائين ڏٺو ڄڻ تہ هن جي چهري ۾ ڪو وڏو راز نظر اچي رهيو هون. راحيل حيرت مان پڇيو، "ڇا هڪ ڏسڻ وارو ۽ ٻڌڻ وارو انسان، اهڙي رات ۾ ٻاهر نڪري سگهي ٿو، جا رات اکين کي انڌو ۽ ڪنن کي ٻوڙو بنائڻ واري آهي؟"

نوجوان ٿڌو ساهہ ڀريو ۽ ڪنڌ جهڪائي چيو، "مون کي ديول مان ڌڪا ڏيئي ڪڍيو ويو."

راحيل اچرج مان چيو، "توکي ڌڪا ڏيئي ڪڍيو ويو!"

مريم بہ افسوسناڪ لهجي ۾ اهي لفظ ورجايا.

نوجوان ڳاٽ مٿي ڪنيو. هو دل ئي دل ۾ پڇتائڻ لڳو تہ ڇو هن کي سچ ٻڌايم. هن کي انديشو ٿيڻ لڳو تہ هنن جي واسطي همدردي، نفرت ۾ بدلجي ويندي. پر هن سگهو ئي محسوس ڪيو تہ ائين نہ هو. هنن عورتن جي اکين ۾ اڃا ئي محبت ۽ مهربانيءَ جي جهلڪ هئي.

هن چيو "هائو، مون کي ديول مان لوڏي ڪڍيو ويو، ڇو جو مان پنهنجي ئي قبر پنهنجي هٿن سان کوٽڻ لاءِ تيار نہ هوس. منهنجي دل فريب ۽ مڪر کان تنگ اچي چڪي هئي، مون کي غريبن ۽ مسڪينن جو مال هڙپ ڪرڻ کان ٻيڃا ايندي هئي، منهنجي

ذهن اهو نہ قبوليو تہ مان اڀوجهہ ۽ جاهل ماڻهن جي خيرات تي موجون ماڻيان. مان انهيءَ لاءِ هڪاليو ويس جو منهنجي جسم کي انهن ڪشادن ڪمرن ۾ ٿاپر ۽ راحت ميسر نہ آئي. جن جا اڏيندڙ تنگ جهوپڙين ۾ ڏينهن گذاري رهيا آهن. منهنجي پيٽ اهو ڪاڏو نہ قبوليو جو رنڙ عورتن ۽ يتيم ٻارن جي ڳوڙهن جي پاڻيءَ ۾ پچايو ويو هجي. منهنجي زبان ان دعا اچارڻ ڪان انڪار ڪيو، جا وڏي پادري سادن ۽ ايمان وارن کي پئسن سان وڪڻندو آهي. مان ڪوڙهين وانگر ڪڍيو ويس، ڇو تہ مان انهن پادرين ۽ راهبن کي مقدس ڪتاب جا اهي ٽڪرا پڙهي ٻڌائيدو هوس، جن ٽڪرن انهن کي پادري ۽ راهب بنايو هو."

نوجوان ماٺ ٿي ويو. ماءُ ڌيءُ هن جي گفتگو ڪان ڏاڍو متاثر ٿيون ۽ هن جي غمگين مگر سندر چهري ڏانهن گهوري نهارڻ لڳيون. راحيل پاڻوهہ مان پڇيو، "تنهنجا پيءُ ماءُ ڪٿي آهن؟ ڇا هو جيئرا آهن؟"

نوجوان ڏکوئيندڙ لهجي ۾ وراڻيو، "مون کي نہ پيءُ آهي، نہ ماءُ ۽ نہ رهڻ واسطي گهر."

راحيل ڏکهو ساهہ ڀريو. مريم ڳوڙها لڪائڻ خاطر، پنهنجو منهن ڦيرائي ديوار طرف ڪيو.

نوجوان جو چهرو، هنن عورتن جي مهرباني ڏسي ٻهڪي اٿيو. هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو: "منهنجي عمر ست سال هئي، جو منهنجا ماءُ پيءُ گذاري ويا. منهنجي ڳوٺ جو پادري، مون کي پادري بنائڻ واسطي قزحيا جي ديول ۾ وٺي ويو. اتي جا پادري مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ منهنجي حوالي ڳئن جو ڌڻ ڪيو ويو. جڏهن مان پندرنهن سالن جو ٿيس، تڏهن مون کي بدنما ڪارو

لباس پهرايو ويو ۽ محراب جي سامهون بيهاري، مون کي چيو: "خدا ۽ سندس سنتن جي سامهون قسم کڻ تہ پنهنجو پاڻ فقر، اطاعت ۽ پرهيزگاريءَ جي وقف ڪندين... ان کان اڳ جو مان هنن جو مطلب سمجهان يا فقر، اطاعت ۽ پرهيزگاريءَ جي معنيٰ سمجهان يا هنن جي تنگ راهن کي ڏسي سگهان، جن تي هنن مون کي وٺي وڃڻ چاهيو ٿي، مون هنن جا چيل اکر دهرايا. منهنجو نالو خليل آهي، پر ان ڏينهن کان پادرين مون کي بردر (Brother) سڏڻ شروع ڪيو. حقيقت هيءَ آهي تہ هنن ڪڏهن بہ مون سان ڀائرن وارو ورتاءُ نہ ڪيو. هو پاڻ عمدا کاڌا ۽ لذيذ گوشت کائيندا هئا ۽ مون کي سڪل ماني ۽ پاروٿو ٻوڙ ڏيندا هئا. پاڻ بهترين شراب پيئندا هئا ۽ مون کي گوڙهن مليل پاڻي پيئڻو پوندو هو. خود نرم بسترن تي آرامي ٿيندا هئا ۽ مون کي سوئرن جي واڙي ۾ اونداهي ۽ سرد ڪوٺيءَ ۾ پٿر جي بينچ تي سمهاريندا هئا. آءٌ پنهنجو پاڻ کان سوال ڪندو هوس تہ مان ڪڏهن پادري بڻجندس ۽ ڪڏهن انهن پادرين وانگر عيش جي جيون گهاريندس؟ جڏهن ائين ٿيندو تڏهن مون کي انهن شرابن جي خوشبوءِ پريشان نہ ڪندي ۽ مان اهڙن طعامن کي حسرت جي نگاهن سان نہ ڏسندس، ۽ نہ وڏي پادريءَ جو آواز ٻڌي ڏڪندس. پر منهنجون اميدون ۽ منهنجا سپنا بي بنياد ٿي رهيا، ڇوتہ آءٌ ساڳيو ڳنوار ٿي بڻيو رهيس، ڳئون چاريندو رهيس، پنهنجي پٺيءَ تي ڳورا ڳورا پٿر ڍوئيندو ۽ هٿن سان زمين کوٽيندو رهيس. مون کي ٻي ڪا اهڙي ڄڃهہ ڪانہ ٿي سجهي، جتي وڃي پنهنجو پيٽ پالي سگهان. پادرين مون کي اها ٿي تعليم ڏني هئي تہ هنن جي جيون جي طرز ٿي صحيح ۽ عين مذهبي واٽ آهي. هنن منهنجي روح کي مايوسي ۽ رضا تي راضي رهڻ جي سبق

سان زهريلو ڪري ڇڏيو ۽ مان هن دنيا ڪي غم ۽ بدبختيءَ جو اٿاهه سمنڊ سمجهڻ لڳس ۽ پادري بڻجڻ ڪي ڇوٽڪاري جو بندرگاهه."

خليل سڌو ٿي ويٺو. سامهون نهاريائين ۽ هن جو چهرو ائين ٻهڪي اٿيو، ڄڻ ڪا سندر وٿ ڏسي رهيو هو. راحيل ۽ مريم ماٺ ۾ هن کي ڏسنديون رهيون. هن وري پنهنجي وارتا ٻڌائڻ شروع ڪئي "جنهن قدرت مون کي ماءُ پيءُ کان محروم ڪيو ۽ يتيم بڻائي ديول ڏانهن موڪليو، ان قدرت کي اهو منظور نه هو ته مان ساري ڄمار انڌن وانگر ڀٽڪندو رهان ۽ آخري دم تائين تباهه حال گذاريان. منهنجيون اکيون کليون ۽ مون چمڪندڙ روشني ڏٺي. منهنجا ڪن کليا ۽ مون حقيقت کي ڳالهائيندي ٻڌو."

ان تي راحيل ڪنڌ لوڏي پڇيو، "ڇا اها روشني، جا سڀني انسانن کي سج کان ملي ٿي، ان کان سواءِ ٻي به ڪا روشني موجود آهي؟ ڇا ڄاڻڻ ۽ حقيقت پروڙڻ انسان جي پهچ اندر آهي؟"

خليل جواب ڏنو، "حقيقي روشني اها آهي جا انسان جي اندر چمڪي ٿي ۽ هڪ من جا اسرار ٻئي من تي ظاهر ڪري ٿي. سچ تارن وانگر آهي، جي صرف رات جي تاريڪيءَ جي پردي ۾ نظر اچي سگهن ٿا. سچ ڪائنات جي ٻين خوبصورت چيزن وانگر آهي ۽ ان جي خوبصورتي فقط ان شخص کي نظر اچي ٿي، جنهن ڏوکي جو اثر محسوس ڪيو آهي. سچ اهو لڪل احساس آهي، جو اسان جي جيون، مسرت پيري ۽ راحت بخش بڻائي ٿو ۽ اسان ۾ اها آرزو پيدا ڪري ٿو ته اهڙي رات ٻين انسانن کي به ملي."

راحيل چيو، "ڪيترن جي دلين ۾ اهو احساس هوندو آهي ۽ ڪيترائي ان کي خدا جو انسان کي عطا ڪيل قانون مڃين ٿا. پر هو

زندگيءَ ۾ مسرت ۽ راحت ڪونہ ٿا ڏسن ۽ مرڻ تائين مصيبتن ۾ ٿا گذارين."

خليل جواب ڏنو، "اهڙا عقيدا ۽ اهڙي تعليم، جي انسان کي تباهہ حال بنائين ٿا، سي بيڪار آهن. اهي احساس بہ ڪوڙا آهن، جي رڳو غم ۽ نااميدي پيدا ڪن ٿا؛ ڇو تہ اهو لازمي آهي تہ انسان خوش گذاري. خوشيءَ جا خزانا ميسر ڪري. پورهيو خوشيءَ جو بنياد آهي. انسان، نادان ۽ اڻڄاڻ ٻار ٿي دنيا ۾ اچي ٿو ۽ پورهئي سان جيون جي سندرتا جي رازن کان واقف ٿئي ٿو. هيءَ اها حقيقت آهي جا مون مسيح ناصريءَ جي تعليم مان حاصل ڪئي ۽ اها ئي آهي اها روشني جا منهنجي اندر چمڪي ۽ جنهن مون تي اها حقيقت آشڪار ڪئي تہ ديول هڪ اونداهو غار آهي، جنهن جا رهاڪو ۽ ٻيون شيون خوفناڪ ڀوتن وانگر آهن ۽ مون کي تباهہ ۽ ناس ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات رڌل. هيءَ ئي اهو راز آهي جو ان خوبصورت جهنگل مون تي پڌرو ڪيو، جتي وڃي هيٺان، ٻڪ ۽ اچ کان مجبور ٿي وڃي ڳوڙها ڳاڙيندو هوس، ۽ پوءِ نيون نيون سوچون جنم وٺنديون هيون. هڪ ڏينهن منهنجو ذهن صاف ٿي ويو ۽ من ۾ سچ جو احساس جاڳيو، ۽ پاڻ ۾ حوصلو بلند ٿيندي محسوس ڪيم. ان وقت ئي مان پادرين وٽ ويس. ڪاڏي ڪائڻ کان پوءِ ديول جي دلڪش باغيچي ۾ ائين ويٺا هئا، جيئن ڍڳا اوڳارڻ وهندا آهن. مون پنهنجا ويچار پڌرا ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو ۽ هنن جي مجرمانہ روش، منافقت ۽ گمراهي جي باري ۾ مقدس صحيفي جا حوالا ڏئي، ڏيان ڇڪائڻ چاهيو. مون چيو: اسين ٻين کان الڳ ڇو زندگي بسر ڪري رهيا آهيون، غريبن جي نذرانن تي عيش اڏايون ٿا، هنن جي پگهر ۾ ڳوڙهن ۾ ڳوهيل ماني کائون ٿا، هنن کان زمين ڦري، ان

مان نفعا حاصل ڪيون ٿا. ڇو اسين ڪاهلي ۽ بيڪاريءَ ۾ ڏينهن گذاريون ٿا ۽ڇو نہ ماڻهن کي ڄاڻ ۽ تعليم ۽ خوشين سان مالامال ڪريون ٿا؟ مسيح تہ اوهان کي بگهڙن جي وچ ۾ رڍون ڪري موڪليو هو. پوءِ ڪهڙي تعليم توهان کي رڍن جي درميان بگهڙ بنائي ڇڏيو آهي؟ جنهن صورت ۾ اوهان کي انسان ڪري پيدا ڪيو ويو آهي، تنهن صورت ۾ اوهين انسانن کان پري ڇو ٿا رهو؟ جيڪڏهن جيون جي قافلي ۾ اوهين پاڻ کي مٿانهون ٿا سمجهو تہ پوءِ ويچو ۽ ويچي پين جي رهبري ڪيو. توهين غربت ۾ حياتي گذارڻ جو عهد ڪيو ٿا، تنهن هوندي بہ شهزادن وانگر رهو ٿا؛ اطاعت ۽ عبادت جا دعويدار آهيو، تنهن هوندي بہ انجيل جي حڪمن جي نافرماني ڪريو ٿا. پاڪدامنيءَ جو لباس ڍڪيو ٿا، تنهن هوندي بہ توهان جون دليون شهوت سان ٽمٽار رهن ٿيون. توهين ظاهر ائين ٿا ڪيو تہ توهين دنيوي چيزن کان بي نياز ۽ بالاتر آهيو، پر اصل ۾ مڙني ماڻهن کان وڌيڪ لالچي ۽ دولت جا عاشق آهيو.

"انهيءَ ڪري اڇو تہ ديول جي هيءَ وسيع جاگير، ڳوٺ جي ماڻهن کي موٽائي ڏيون ۽ انهن جو مال، جو اسان ڦٻايو آهي، سو واپس هنن جي کيسن ۾ وجهون. اڇو تہ پکين وانگر پکڙي وڃون ۽ انهن ڪمزور انسانن جي خدمت ڪريون، جن اسان کي سگهارو بنايو آهي ۽ انهن ڳوٺن کي سڌاريون، جن جي نذرانن تي اسان عيش پئي اڏايا آهن. اڇو تہ هن نااميدي ۽ غم جي ساگر ۾ گهوٽا کائيندڙ قوم کي سچ جي روشنيءَ ۾ مسڪرائڻ ۽ قدرت جي نعمتن، جيون جي آزادگي ۽ سندرتا ۾ راحت ۽ خوشي حاصل ڪرڻ سيکاريون. عوام واسطي تڪليفون برداشت ڪرڻ، اسان جي موجوده عيش ۽ آرام کان وڌيڪ واڪاڻ جوڳو آهي. پاڙيسريءَ

سان همدردي ڪرڻ، هن ديول جي ديوارن اندر آرام سان وهڻ کان هزار درجا بهتر آهي. ڪمزورن ۽ مجرمن کي دم دلاسو ڏيڻ، پوڇا پاڇا ڪرڻ ۽ ڏکيا سجدا ڏيڻ کان وڌيڪ سٺو ۽ فائدي واري چيز آهي."

خليل توري سامي ڪٿي وري چيو، "مون کي اهڙي دليريءَ سان ڳالهائيندو ڏسي، پادرين جا ڏند، چپن سان لڳي ويا. هنن کي اعتبار ئي نه ٿي آيو ته منهنجي وهيءَ وارو نوجوان به ڪڏهن اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪري ٿي سگهيو. جڏهن مون ڳالهائي بس ڪيو، تڏهن هڪ پادري ڏند ڪرٽيندي چيو: "اڙي ڪميڻا، تنهنجو من ايترو وڏي ويو آهي جو اسان جي سامهون اهڙي بڪواس ڪرين ٿو!" ٻئي چٽر جي نموني چيو: "ڇا اها ڏاهپ تو انهن ڏورن ۽ سوئرن کان سکي آهي جي ساري ڇمار تنهنجا ساٿي رهيا آهن؟' ايجا به هڪ ٻئي ڌمڪي ڏيندي چيو : 'توکي ان بغاوت ۽ بدتميزيءَ جو جلد ئي مزو چکايو ويندو.' ان بعد هو اتان اٿي هليا ويا ڇڻ ته مان ڪوڙهه جو مريض هوس. انهن مان ڪن وڏي پادريءَ وٽ وڃي شڪايت ڪئي، جنهن مون کي سانجهيءَ جو سڏايو. هن مون کي سخت سزا ڏني. ڇهبڪ هڻايا ۽ هڪ مهينو جيل ۾ واڙايو. پادرين منهنجي خوب مذاق اڏائي ۽ خوشبيون ملهايون. مون کي هڪ اونداهي، تنگ ۽ گپ ۽ گند سان ڀريل ڪوٺڙيءَ ۾ بند ڪيو ويو. مان پورو مهينو ان قبر ۾ پوريو رهيس، جتي مون سج جو سوجهرو ڪونه ڏٺو ۽ جيتن جڻين جي چرپر کان سواءِ ڪجهه به محسوس نه ڪيو. اها به خبر نه پوندي هئي ته ڪڏهن سج اڀريو ۽ ڪڏهن رات شروع ٿي. منهنجا ڪن صرف ان شخص جي قدمن جو آواز ٻڌندا هئا، جو مون واسطي سڪل ماني‌ءَ جا ٻه چاريور ۽ سرڪي جو اڌ

پيالو ڪٽي ايندو هو. مهيني کان پوءِ جڏهن مون کي ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ پادرين منهنجو هيٺو جسم ۽ هٿ‍ڊو منهن ڏٺو، تڏهن هنن خيال ڪيو هوندو تہ مان ٻڪ، اڄ ۽ پيڙا جي ڪري بغاوت جي ارادن کان باز اچي ويو هوندس. وقت گذرندو ويو ۽ مان سوچيندو رهيس تہ ڇا ڪجي جو هي پادري سچ ڏسي ۽ عوامي جيون جو آواز ٻڌي سگهن. پر منهنجي سوچ بيڪار هئي. هنن جي اکين تي صدين جا اونداهي پردا چڙهيل هئا، جي چند ڏينهن ۾ هٽي نہ ٿي سگهيا، ۽ هنن جي ڪنن ۾ ڪيهہ پيل هئي، جا پٿر بڻجي چڪي هئي ۽ نرم آڱرين سان ان کي ڪڍڻ مشڪل هو."

ڪجهہ ساعتون سانت رهي. سيني ٿڌا ساهہ پٽي پريا.

مريم چيو، "ڇا تو پنهنجا اهي لفظ وري پادرين جي آڏو ورجايا، جو هنن توکي اهڙي خوفناڪ رات ۾ ٻاهر لوڌي ڪڍيو؛ اهڙي رات، جڏهن انسان دشمن تي بہ مهربان ٿي پوندو آهي؟"

نوجوان جواب ڏنو، "جنهن وقت طوفان تيز ٿي ويو، ان وقت مان پادرين کان الڳ ويٺو هوس. هو باهہ جي چوڌاري ويهي پاڻ کي گرم ڪري رهيا هئا. ان سان گڏ اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪري ۽ پٽ شٽ هڻي پاڻ کي وندرائي رهيا هئا. مون انجيل کوليو. جڏهن هنن مون کي اڪيلو ويٺو ڏٺو، تڏهن هو منهنجي مذاق اڏائڻ لڳا. مون هنن طرف ڪو توجهہ ڪونہ ڏنو، پر ڪتاب بند ڪري دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳس. منهنجي ماٺ، آگ تي پيٽرول جو ڪم ڪيو. هو غضبناڪ نگاهن سان مون ڏانهن ڏسڻ لڳا. آخر انهن مان هڪڙي چيو: اي مرشد وڏا، ڇا پڙهي رهيو آهين؟... مون ڳالهائڻ واري ڏانهن ڪونہ ڏٺو. البت بلند آواز ۾ هي آيت پڙهڻ لڳس: جو وڻ مزيدار ميوو نہ ٿو ڏئي، ان کي وڍيو ۽ ساڙيو ويندو آهي.

پورهيو نہ ڪندڙ اهڙي بيڪار وڻ وانگر آهي. سيڪو پورهيو ڪري ۽ ان پورهئي جي ڪمائيءَ مان خير خيرات ڪيڍي. جنهن شخص کي ڪپڙا نہ آهن. اهڙي شخص کي ڪپڙا ڏئي ۽ جو پيٽ بکيو آهي، تنهن کي کاڌو کارائي.

”مون اها آيت پڙهي تہ پادري هڪ گهڙي ماٺ ٿي ويا. جڻ کنهن لڪل هٿ هن جي زبان پڪڙي ورتي هئي. پر هو وري کلڻ ۽ منهنجي مذاق اڏائڻ لڳا. پوءِ هن مان هڪڙي چيو: ’اسان اهو ڪلام ڪوڙ گهمرا پڙهيو آهي ۽ اسان کي ضرورت ٿي ڪانهي تہ اهو ڪلام هڪ ڳنوار جي واتان ٻڌون.‘ مون وراڻيو تہ جي توهان اهو ڪلام پڙهيو ۽ سمجهيو هجي ها تہ هن ڳوٺن جا ماڻهو برف باري جي سردين ۾ ڇو مرن ها. هو بک ۾ ڇو بيحال هجن ها ۽ توهين هن جي نذرانن تي موجون ڪيئن ماڻيون ها. هن جي انگورن جو رس ڇو پيو ها ۽ هن جي جانورن جو گوشت ڇو کائو ها؟...

منهنجي چپن مان اهي لفظ اجان نڪتا ٿي مس تہ هن مان هڪڙي وڏي مون کي ايترو زور سان چماٽ هنئي جڻ تہ مون گار ڏني هئي. ان کان پوءِ هن پنهنجي پير سان مون کي ٺوڪرون لڳايون. ٻئي ڄڻي منهنجي هٿن مان انجيل کسي ورتو ۽ ٽئين پادريءَ زور سان وڏي پادريءَ کي سڏ ڪيو. هو تکڙو تکڙو آيو ۽ هن جي واتان ماجرا ٻڌي، هن جون اکيون ٽانڊا ٿي ويون ۽ ڪاوڙ مان ڪنبڻ لڳو ۽ گجگوڙي آواز ۾ چيائين: ’هن ڪافر باغيءَ کي پڪڙيو ۽ ديول کان ٻاهر اڇلائي ڇڏيو، جيئن هن وقت جون فضا جون غضبناڪيون هن کي فرمانبرداري سيکارين. هن کي اونداهيءَ رات ۾ لوڏي ڪڍو تہ ٻلي قدرت جون آفتون هن کي سبق ڏين. ان کان پوءِ پنهنجا هٿ چڱيءَ طرح مهٽي ڌوئجو، جيئن اهو ڪفر جو زهر، جو هن ڪافر

جي ڪيڙن ۾ ٻه سمائجي ويو آهي، سو توهان کي نه لڳي وڃي.
جي هو موٽي اچي ۽ التجائون ڪري ۽ گيسيون ڪري، تڏهن به
دروازو نه کولجو، ڇو ته توهه جو بچ، صوفن جي وٽن جي وچ ۾
ڪولڻ سان، صوفن جو ڦل پيدا نه ڪندو.'

"پادرين هڪدم مون کي پڪڙيو ۽ ٽنگو ٽالي ڪري ٻاهر
ڦٽو ڪري ڪلندا هليا ويا. در بند ڪرڻ کان اڳ، مون هڪ پادريءَ
کي چوندي ٻڌو: ڪالهه تائين تون بادشاهه هئين، ڳٺون ۽ مرون
تنهنجي رعيت هئا. پر مرشد وڏا! اڄ اسان توکي لوڏي ڪڍيو آهي.
وڃ ۽ وڃي ڳجهن ۽ بگهڙن کي سيکار، ته پهاڙن ۽ چرن ۾ ڪيئن
رهبو آهي."

خليل هڪ ڊگهو ساهه کنيو ۽ ٻاهر طرف چهرو ڦيرايائين. پوءِ
ڏکويل آواز ۾ چيائين، "اهڙي طرح پادرين مون کي موت جي منهن
۾ ڌڪي ڇڏيو. مون هلڻ شروع ڪيو. ڏنڊ، رستو منهنجي اکين کان
اوجهل بنائي ڇڏيو. تيز هوائون منهنجا ڪپڙا ڦاڙڻ لڳيون ۽ برف
منهنجي پيرن کي جڪڙڻ لڳي. پر مان هلندو هليس. نيٺ منهنجي
بدن جون قوتون جواب ڏئي چڪيون ۽ مان چيخون ڪندو زمين تي
ڪري پيس. اتفاق سان اهي رڙيون توهان مهربانن تائين پهچي
ويون."

نوجوان ماٺ ٿي ويو. ٻئي ضائفون هن کي اچرج ۽ شوق مان
ڏسنديون رهيون، ڄڻ هن جي اندر کي سمجهي ويون هجن. راحيل
پنهنجو هٿ وڌائي هن جي هٿ کي ڇهيو ۽ ڏاڍي ٻاجهه مان چيائين.
"تو واقعي ٿي سچ جي واٽ ۾ وڏيون مصيبتون سٺيون آهن."

مريم چيو، "طوفان ۽ برف گلن کي فنا ڪري سگهن ٿا. پر
ٻج مري نه ٿو سگهي."

همدرديءَ جي اهڙي پڌرائيءَ تي خليل جو چهرو ٻهڪڻ لڳو. جيئن صبح جا ڪرڻا ڌرتيءَ کي روشن ڪري ڇڏيندا آهن. هن چيو "جي پادرين وانگر توهان مون کي هٺ ڌرمر ۽ ڪافر نہ ٿا سمجهو تہ پوءِ مون کي پڪ آهي تہ ديول ۾ ٿيل مون سان ظلم پنهنجي قومر جي ڀين مائهن کي ٻڌائيندس تہ هو بہ منهنجي پٺڀرائي ڪندا ۽ پوءِ اسين سڀ گڏجي انهن ظلمن جو مقابلو ڪنداسين."

خليل ائين چئي وهاڻي کي ٽيڪ ڏني. عورتن وڏيڪ نہ ڳالهايو. ڇو تہ هنن هن جي نيڻن ۾ ننڊ جا پاچا ورندي ڏٺا هئا. هن جون اکيون بند ٿي ويون ۽ هو اهڙي طرح سمهي پيو جهڙي طرح پار، ماءُ جي ٿڻ ڌائڻ کان پوءِ سمهي رهندو آهي. هو ٻئي اٿيون ۽ پنهنجي هنڌن تي وينيون ۽ هن جي چهري کي ڏسڻ لڳيون، جنهن ۾ اهڙي ڪا ڇڪ هئي جا هنن جي دلين تي ڇانئجي وئي. راحيل جڻ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندي چيو: "انهن بند اکين ۾ بہ اهڙي ڪا قوت آهي جا هن جي دل جي سچائيءَ جو ثبوت ڏئي ٿي."

مريم چيو "امان، هن جا هٿ صفا يسوع مسيح جهڙا آهن. جنهن جي مورت ديول ۾ ٽنگيل آهي."

راحيل سرٻاٽ ڪندي چيو "هن جي منهن تي عورت جهڙي نرم دلي ۽ مرد جهڙي سگهہ آهي."

ننڊ، ننهي ضائفن کي سپنن جي گود ۾ پهچائي ڇڏيو. چلهہ واري باهہ وسامي رک ٿي وئي. ڏيئي جو تيل ختم ٿي ويو. ڪوٺيءَ ۾ اوندهہ ڇانئجي وئي. ٻاهر آنڌي پوري زور شور سان قائم هئي ۽ برف کي ساڄي کاٻي اڏائي رهي هئي.

ٻہ هفتا گذري ويا. جهڙالي وايومنڊل ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٽاپر اچي ويندي هئي ۽ ڪڏهن طوفان شروع ٿي ويندو هو ۽ غار ڏنڌ سان ڀرجي ويندا هئا ۽ برف پهاڙن کي ڍڪي ڇڏيندي هئي. خليل ٿي گهمرا سمنڊ ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڏيکاريو. پر راحيل هن کي شفقت سان روڪيو ۽ چيو: "تون پنهنجي حياتي قدرت جي انڌين قوتن جي حوالي نہ ڪر. هتي ٿي رهي پئہ. جو ٻن لاءِ ڪنو چڙهي ٿو، تنهن مان ٽيون بہ ڪائي سگهي ٿو. هن ڇلهہ جي باهہ تنهنجي وڃڻ کان پوءِ بہ ائين ٻرندي رهندي جيئن تنهن جي اچڻ کان اڳ ٻرندي هئي. اسين پورهيت آهيون ۽ محنت مزوري ڪري ڏکيو سکيو وقت پيا گذاريون."

پر مريم نظرن ئي نظرن ۾ پنهنجي چاهنا جي چقمق سان هن کي وڃڻ کان روڪيندي هئي. جڏهن کان هن کي موت ۽ حياتيءَ جي وچ واري حالت ۾ هن جهوپڙيءَ ۾ آندو ويو هو، تڏهن کان اڄ تائين مريم محسوس ڪري چڪي هئي تہ هن شخص اندر ڪا اڻ ڏٺل سگهہ موجود آهي جا هن (مريم) جي دل، جيون ۽ جوت سان ڀري رهي آهي ۽ هن جي روح ۾ جيئڻ جو نئون جذبو اڀاري رهي آهي. هن زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهو جذبو محسوس ڪيو جو هڪ نوجوان نينگريءَ جي دل کي ان گل وانگر ٽڙيل بنائيندو آهي، جو ماڪ ڦڙا ٻي سرهاڻ پکيڙڻ لڳي. هن لکل جذبي کان وڌيڪ وٽندڙ ۽ مٺڙو ڪو ٻيو جذبو نہ ٿيندو آهي. اهڙو جذبو جو بيخبريءَ ۾ هڪ نوجوان نينگريءَ جي دل ۾ اچي واسو ڪندو آهي ۽ هن جي سيني جي خال کي پرين جي نغمن سان ڀري ڇڏيندو آهي؛ هن جي ذهن کي شاعرن جي خوابن جهڙي رنگينيءَ سان مالامال ڪندو آهي ۽ راتين کي خاموش گيت بنائيندو آهي. انسان جي جذبن ۾ ان

جڪ کي وڏيڪ سگهاري ۽ سندر جڪ ئي ڪا جڪ نہ ٿيندي آهي. اهڙي جڪ جا هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ جي دل جي تاڃي ۾ واڇوڙو پيدا ڪري ڇڏيندي آهي ۽ جنهن ڪري گذريل ڏينهن جي ياد ميٺي ٿيندي آهي ۽ آئيندي جي تمنائن جو مٺاڻ نئون جيون بخشيندو آهي.

خليل کي احساس هو تہ مريم جو من، هن ڏانهن ڇڪجي رهيو آهي، ۽ جا چڻنگ هن جي دل ۾ آهي سا مريم جي دل ۾ بہ دکي رهي آهي. هو اهو سوچي خوش ٿيو. پر ساڳئي وقت خيال آيس تہ هن جي هتان وڃڻ کان پوءِ اهو ناتو صبح جي ڪوهيڙي وانگر غائب ٿي ويندو. هن ويچاريو تہ هن سماج اندر زندگي بہ عجيب آهي. اتفاقن ۽ حادثن سان ڀرپور. هڪ ڏينهن بنا سبب ماٺهو غمن جي غار ۾ ڌڪيو وڃي ٿو ۽ ٻئي ڏينهن بنا ڄاڻ خوشين جي بلندين تي پهچي وڃي ٿو. ڪالهہ مان پادرين جي وس ۾ مجبور ۽ مظلوم انسان هوس، پر پختي ارادي سان هن جي عذاب ۽ ٺٺول جو مقابلو ڪندو رهيس، ۽ پوءِ موت جي منهن ۾ اڇليو ويس. منهنجي حياتي بچي وئي ۽ اڄ مون کي هڪ سندر ۽ نوجوان نينگريءَ جي ويجهائي ۽ محبت ملي رهي آهي. ها. پر هڪڙي ئي ڳالهہ آهي: جي راحيل کي معلوم ٿي وڃي تہ ديول مان ڌڪاريل نوجوان سندس ڌيءَ سان پريت جا پيچ لڳائي رهيو آهي تہ هوءَ ڇا چوندي؟ ائين تہ نہ سوچيندي تہ مون هن کي موت جي منهن کان بچايو ۽ ان جو اجورو هو هن طرح ڏئي رهيو آهي! ۽ هن ڳوٺ جا ابوجهہ ۽ سادا رهاڪو، جڏهن ٻڌندا تہ هڪڙو نوجوان، جنهن ديول ۾ پرورش پاتي ۽ اتان هڪاليو ويو، سو هن ڳوٺ ۾ اچي هڪ سندر نينگريءَ سان عشقبازي ڪري رهيو آهي تہ هو ڇا

چوندا؟ ۽ جيڪڏهن مان هنن ڳوٺاڻن کي ٻڌائيندس ته ڪهڙي طرح بغاوت ڪري ديول مان نڪتو آهيان ۽ هي ته مان ديول جي اوندهه مان نڪري ٻاهر جي روشني ۽ آزاديءَ ۾ پهتو آهيان ته هو مون تي ڪيئن اعتبار ڪندا؟ ۽ جيڪڏهن شيخ (وڏيرو) عباس، جو هنن ڏتڙيل هارين جي وچ ۾ ائين عيش جي زندگي بسر ڪري رهيو آهي جيئن غلامن جي درميان آقا. سو جڏهن منهنجي ۽ مريم جي ڪهاڻي ٻڌندو ته ڇا چوندو؟ ۽ جيڪڏهن ڳوٺاڻن، منهنجي ديول مان هڪالڻ سميت سڀ ڳالهيون ڳوٺ جي پادريءَ کي وڃي ٻڌايون ته هو ڇا نه ڪندو؟

چلهه جي ڀرسان ويٺو، خليل پنهنجي دل سان اهي ڳالهيون ڪري رهيو هوءَ مريم هن جي چهري جي ڦيرين گهيرين کي غور سان ڏسندي، هن جي سوچن جو آواز پنهنجي سيني مان نڪرندي محسوس ڪري رهي هئي.

ٻئي ڏينهن، ڳڙڪيءَ مان خليل ٻاهر ماٿريءَ طرف ڏسي رهيو هو، جتي وڻ ۽ پهاڙ برف ۾ ائين ويڙهيل هئا، جيئن ڪفن ۾ مُردو. مريم اچي هن جي ڀرسان بيٺي ۽ ٻاهرين دنيا ڏسڻ لڳي. خليل سري اچان ۾ هن جي وڏيڪ ويجهو ٿيو. جڏهن ٻنهي جون اکيون مليون ته هن ٿڌو ساهه ڀري، پنهنجو منهن ڦيرائي، اکيون بند ڪري ڇڏيون. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هن جي جسم مان جان نڪرندي پئي وڃي.

گهڙيءَ ڪان پوءِ، مريم حوصلو ڪري پڇيو "جڏهن هيءَ برف ڳري ويندي ۽ رستا کلي ويندا ته تون ڪيڏانهن ويندين؟"

خليل پنهنجون وڏيون اکيون کوليون ۽ پري افق ڏانهن

نهاريندي وراڻيو "مون کي ڪجهه خبر نه آهي."

مريم جو من ماندو ٿي ويو ۽ اکيون هيٺ ڪري چيائين "تون هن ڳوٺ ۾ چو نٿو رهي پئين، منهنجي ويجهو. ڇا هتي جي حياتي، دور ديس جي حياتيءَ کان بهتر نه آهي؟"

خليل هن لفظن جي ميناج ۽ آواز جي سنگيت ۾ پريشان ٿي چوڻ لڳو "هن ڳوٺ جا ماڻهو اهو پسند نه ڪندا ته ديول مان نيڪالي مليل شخص سندن وچ ۾ رهي. هو پادرين جي مخالف کي خدا جو منڪر سمجهندا آهن."

مريم ڪجهه نه ڪڇي. هن کي ڪو جواب نه سُجهيو. خليل پٽ کي ٽيڪ ڏيندي چيو "مريم! هن ڳوٺاڻن پادرين کان اها ئي تعليم حاصل ڪئي آهي ته هو هر ان شخص کان نفرت ڪن جو عقل ۽ سوچ کان ڪم وٺي ٿو. هو انهن پادرين جا پوٺلڳ آهن ۽ هنن وانگر اهڙن انسانن کان پري رهن ٿا، جي جيون آزاديءَ سان گذارين ٿا ۽ غلامي قبول نه ٿا ڪن.جيڪڏهن مان هن ڳوٺ ۾ رهي پيس ۽ ان جي رهاڪن کي چيم ته اي ڀائرو! اچو ته هنن پادرين جي ايذي پوئواري نه ڪريون، پر پنهنجي عقل، شعور، ضمير ۽ ذهن جي روشنيءَ ۾ زندگيءَ جون نيون واٽون ڳوليون ته هي ڳوٺاڻا چوند! ته هي ماڻهو گمراهه آهي ۽ اسان کي ڪفر ٿو سيکاري."

خليل، مريم جي اکين ۾ نهاري، گفتگو جاري رکندي چيو "مريم! حقيقت هيءَ آهي ته هن ڳوٺ مون تي جادو ڪري ڇڏيو آهي. ذهني روشنيءَ مون کي پادرين جي چنبي مان آجو ڪرايو. هن ڳوٺ ۾ اچڻ کان پوءِ مان پاڻ کي هڪ ٻي غلاميءَ ۾ ڦاسندو محسوس ڪريان ٿو. مون هتي هڪ اهڙو گل ڏٺو آهي، جنهن جي خوبصورتيءَ مون کي پاڻ ڏي مائل ڪيو آهي ۽ جنهن جي خوشبوءِ

منهنجي دل ۽ دماغ کي سرهاڻ سان ڀري ڇڏيو آهي. مان اهو ٻڌسان ٿو تہ گل، ڪنڌن جي وچ ۾ آهي. مان هڪ نظريي جو پرچار ڪرڻ ٿو چاهيان. مان ان نظريي جي واٽ وٺڻ ٿو چاهيان. هاڻي يا تہ ڳوٺ جي هن گل کي ڇڏي پرچار لاءِ ديس جي ڪنڊ ڪڙڇ ڏانهن هليو وڃان، يا تہ ان گل وٽ رهي، انهن ڪنڊن، جي ان گل کي گهيريو ويٺا آهن، تن جي وچ ۾ پنهنجي هٿن سان پنهنجن نظرين ۽ ويچارن جي قبر کوٽيان. مريم، تون ئي ٻڌاءِ تہ مون کي ڇا ڪرڻ کپي؟"

مريم اهي ٻول ٻڌي ائين ڏکي وئي جيئن پريات جي هير ۾ گل ٿرٿر ڪندا آهن. هن جي دل جي ڪرڻ، هن جي ڳلن کي ٻهڪائي ڇڏيو ۽ شرمائي چيائين، "تو ۾ ڪا لڪل سگهہ آهي. فيصلو تون پاڻ ڪري سگهين ٿو. پر ائين نہ ٿو ٿي سگهي تہ تون پنهنجي پرچار سان هن ڳوٺ جي ڪنڊن کي گل بنائي ڇڏين!"

اها هئي اها گهڙي، جڏهن خليل ۽ مريم جون دليون ملي ويون۽ انهن جي شخصيتن مان اهڙي جوت نڪتي جنهن ڏنڊ کي هٽائي چار ئي طرف روشن ڪري ڇڏيا.

طبقاتي سماج جي شروعات کان وٺي اڄ تائين حڪمرانن ۽ مذهبي پيشوائن کي موروثي برتري حاصل پئي رهي آهي. ان روايت انساني سماج کي جڪڙي ڇڏيو آهي. ان جڪڙ مان جند تڏهن ڇٽندي جڏهن طبقاتي سماج جو خاتمو آندو ويندو. ان واسطي هر مرد ۽ هر عورت کي شعوري ۽ عملي جاڳوڙ ڪرڻي پوندي.

موروثي برتريءَ جي دعوا ڪندڙ پنهنجا محل پورهيتن جي هڏين تي جوڙيندا آهن ۽ مذهبي پيشوا پنهنجي عبادتگاهہ ايمان

وارن جي مٿن تي ڏيندا آهن. حڪمران، غريب هارين جون ٻانهون پڪڙيندو آهي ۽ پادري پنهنجو مٿو هنن جي ڪيسي طرف وڌائيندو آهي. حاڪم، ڳنوار طرف نهاريندو ته نرڙ ۾ گهنج وجهي نهاريندو. پر سرمائيدار ڏانهن مرڪي نهاريندو. حاڪم، قانون جو محافظ هجڻ جي دعويٰ ڪري ٿو ۽ پادري، مذهب جي نمائندگي ڪرڻ جي. پر حاڪم ۽ پادري ٻئي گڏجي پورهيتن، هارين ۽ ڳنوارن جي جسم کي تباهه ۽ ذهن کي ڪيرو ڪري ٿا ڇڏين.

لبنان، جو قدرت جي نعمتن سان مالامال آهي. اتي حاڪم ۽ پادري گڏجي هاريءَ کي جڪڙيندا هئا ۽ هاري پنهنجي ٻانهن جي ڪمائيءَ جو اڌ حاڪم جي حوالي ڪندو هو، جيئن تلوار کان بچي ۽ اڌ پادريءَ کي ڏيندو هو، جيئن هن جو روح آسماني لعنت کان محفوظ رهي.

لبنان ۾ موروثي برتريءَ جو دعويدار، پنهنجي محل وٽ بيهي چوندو آهي: "مان بادشاهه جي طرفان توهان جي جسمن جو مالڪ بڻايو ويو آهيان." ۽ پادري، عبادتگاهه جي ممبر تي بيهي آڪڙجي چوندو آهي: "خدا مون کي توهان جي روحن جو نگهبان بڻايو آهي." پر لبنان وارا خاموش رهندا آهن، ڇو ته بي شعور ذهن بغاوت نه ڪندا آهن ۽ بي جان جسم احتجاج نه ڪندا آهن.

شيخ عباس، جو هن ڳوٺ جو مالڪ ۽ حاڪم هو، سو پادرين کي بيحد ڀانئيندو هو. هو هنن جي تعليم ۽ تبليغ جو محافظ هو، ڇو ته پادري هن جي هارين کي زميندار جي تابعدار ۽ غلامي ڪرڻ جو وعظ ڪندو رهندو هو.

ان ڏينهن جڏهن خليل ۽ مريم جي محبت، بلندين کي ويجهو پهچي وئي ۽ راحيل هنن جي ڊيل جذبن کي شفقت سان ڏسي رهي

هئي، ڳوٺ جي پادري الياس. شيخ عباس وٽ آيو ۽ اچي چيائين:
"پاڪ پادرين سرڪش نوجوان کي وڏي ديول مان ڪڍي ڇڏيو هو. اهو ڪافر ۽ ملحد ڀن هفتن کان هن ڳوٺ ۾ آيو آهي ۽ سمعان جي بيواهه راحيل جي گهر ۾ رهيو پيو آهي." الياس ايتري تي بس نہ ڪئي پر وڏيڪ هي بہ چيائين تہ: "جنهن شيطان کي ديول مان تڙي ڪڍيو ويو آهي، سو هتي اچي فرشتو بنجي نہ ٿو سگهي. اسين چاهيون ٿا تہ اسان جو ڳوٺ ڪفر جي جيوڙن کان بچيل رهي. اسان جو فرض آهي تہ اسين هن نوجوان کي پنهنجن گهرن ۽ پنين مان ائين لوڏي ڪڍون، جيئن هن کي ديول مان ڪڍيو ويو آهي."

عباس پڇيو "توکي ڪيئن ڄاڻ پئي تہ اهو نوجوان ڪفر جي مرض ۾ مبتلا آهي؟ منهنجي دماغ ۾ هڪڙي تجويز اچي ٿي تہ ڇو نہ رڍن جو ڌڻ هن جي حوالي ڪري هن کان ريڍار جو ڪم وٺون يا ڪوڏر ڏئي ڪاٽي ڪٽايون. اسان کي مزورن جي ضرورت آهي ۽ هڪ سگهارو نوجوان هتي اچي نڪتو آهي تہ اسان کي خوش ٿيڻ کپي ۽ نہ هن کي ڌڪا ڏئي ڪڍڻ گهرجي."

پادريءَ جي چپن تي مڪر ڀري مرڪ پڌري ٿي. هن پنهنجي چاپئين ڏاڙهيءَ ۾ آڱريون ڦيرينديءَ چيو، "جيڪڏهن هي نوجوان ڪم جو هجي ها تہ پادري هن کي ڇو ڪڍن ها، ڇو تہ هنن وٽ رڍن ۽ ٻڪِين جا بي حساب ڌڻ آهن ۽ تمام وسيع پوک واري زمين آهي. ديول جي مالهي، جو رات مون وٽ مهمان ٿي اچي ٽڪيو هو، تنهن ٻڌايو تہ هي نوجوان پادرين اڏو ڪفر جون آيتون پڙهندو هو ۽ هن اهڙي جرئت ڪوڙ ڀيرا ڪئي. نہ رڳو ايترو. پر هو پادرين کي چوندو هو تہ هي کيت، هي ڌڻ، هيءَ دولت ۽ مال متاع غريب ڳوٺاڻن کي واپس ڪريو ۽ توهين ديس جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾

پڪڙجي وڃو ۽ ماڻهن کي خوشحال زندگي گذارڻ جو ڏس ڏيو ۽ پرچار ڪريو ۽ اهو عمل هتي ديول ۾ ويهي پرچار ڪرڻ کان بهتر آهي. مالهي مون کي اهو به ٻڌايو ته اڄ ۽ ڀڪ جي سختي، ڦٽڪن جي مار ۽ قيدخاني جي اوندهه به هن ڪافر کي صحيح راهه تي آڻي نه سگهي. پاڻ شيطان جو هن تي سرس غلبو ٿي ويو، جيئن ڪن ڪچري جي ڍير جي گندگيءَ ۾ جيت جڻيا وڌندا آهن."

شيخ عباس ائين اٿي کڙو ٿيو جيئن چيتو حملي ڪرڻ کان اڳ ٽورو پوئتي هٽندو آهي. هو گهڙي کن ماٺ رهيو ۽ پوءِ جوش ۽ ڪاوڙ مان ڏند ڪرٽيندي بلند آواز ۾ نوڪرن کي سڏ ڪيائين. ٽي نوڪر ڀڄندا آيا ۽ هن جي حڪم جو انتظار ڪرڻ لڳ. شيخ رڙ ڪري هنن کي چيو، "راحيل رن جي گهر ۾ هڪ پاپي نوجوان آهي، جنهن پادرين جي پوشاڪ پهري رکي آهي. وڃو ۽ هن کي رسين ۾ ٻڌي، مون وٽ وٺي اچو. جي اها رن ڪنهن به قسم جي دست اندازي ڪري ته هن کي به وارن کان پڪڙي برف تي گهلي هيڏانهن آڻيو، ڇو ته مجرم جو مددگار به مجرم ٿيندو آهي."

نوڪرن ڪنڌ جهڪايو ۽ پنهنجي آقا جي حڪم جي پوئواري ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪري ويا. شيخ عباس ۽ پادري اتي ويٺي ويٺي اهو سوچڻ لڳا ته نوجوان ۽ راحيل سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو وڃي.

ڏينهن گذري ويو هو ۽ رات، برف سان ڍڪيل جاين مٿان پنهنجو پاڇو وجهي چڙهيو هو. اونداهي ۽ سرد فضا ۾ تارا ٽمڪي رهيا هئا. هارين پنهنجن گهرن جا در ۽ ڳڙکيون بند ڪيون ۽ ڏيئا ٻاري، چلهه جي چوڌاري ويهي رهيا. رات جون اٺاهيون هنن گهرن جي چوڌاري ڦيرا ڏينديون رهيون.

ان ٽائي راحيل، مريم ۽ خليل ڇلهه جي ڇوڏاري ويٺي ماني کائي رهيا هئا تہ دروازو کليو ۽ شيخ عباس جا نوڪر اندر گهڙي آيا. راحيل گهٻرائجي وئي ۽ مريم جي واتان رڙ نڪري وئي. پر خليل ٿاپر ۾ رهيو، ڇو تہ هن کي ڪاٿو هو تہ ائين ٿيندو ۽ ان لاءِ ذهني طرح پاڻ کي تيار رکيو هئائين ۽ هونءَ بہ اهڙي قسم جون لاهيون چاڙهيون ڏسي هو دلير ٿي چڪو هو.

هڪ نوڪر وڌي آيو ۽ خليل جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين: "ديول مان نڪتل نوجوان تون ئي آهين؟"

خليل وراڻيو "ها، مان ئي آهيان. توکي ڇا کپي؟"

نوڪر چيو "اسين چاهيون ٿا تہ توکي رسين ۾ ٻڌي، شيخ عباس جي جاءِ تي وٺي هلون. جي تو گڙٻڙ ڪئي تہ توکي مٺل ٻڪر وانگر گهلي وٺي وينداسين."

راحيل اٿي بيٺي. هن جو منهن پيلو ٿي ويو ۽ هن جي نرڙ ۾ گهنج پئجي ويا. هن ڪنبندڙ لفظن ۾ چيو "هن جو قصور ڪهڙو آهي جو شيخ هن کي گهرايو آهي؟ ۽ توهين هن کي ٻڌي وٺي وڃڻ ڇو ٿا چاهيو؟"

مريم ڏکويل آواز ۾ چيو "هو اڪيلو ۽ توهين ٿي ڄڻا، تڏهن بہ هن کي رسين ۾ ٻڌڻ جي ايذاءَ ۽ ذلت ۾ وٺي وڃڻ ڇو ٿا گهرو؟"

نوڪر تيزي ۽ چڙ مان واڪو ڪندي چيو "ڇا هن ڳوٺ ۾ ڪا اهڙي عورت ٿي سگهي ٿي جا شيخ عباس جي حڪم تي اعتراض ڪري؟"

ائين چئي هن هڪ ٺلهو ٺوڙهو ڪيو. خليل اٿي بيٺو. هن جي چهري ۾ ڪو ڦيرو نہ آيو. هن جي چپن تي بيپرواهيءَ واري مرڪ

هٿي ۽ هو انهن سڌو ۽ پختو بيٺو هو. جيئن واچوڙي آڏو منارو. هن شيخ جي نوڪرن ڏي منهن ڪري چيو "مون کي توهان تي رحم ٿو اچي جو توهان پنهنجي ئي دشمن جي هٿ ۾ لٽ بنجي پاڻ جهڙن مظلومن کي تباهه ڪريو ٿا. مان ڪلهه توهان وانگر هوس ۽ توهان ۾ سياڻي مون جهڙا ٿي ويندا. پر هن مهل توهان جي اکين تي بيخبريءَ جو ڏنڊ آهي ۽ توهان جي ڪنن ۾ بيحسيءَ جي ڪپهه آهي. ان ڪري توهين نه ڏسي سگهو ٿا ۽ نه ٻڌي سگهو ٿا. اچو ۽ اچي مون کي ٻڌو ۽ جو جيءَ ۾ اچيوَ سو ڪريو!"

نوڪرن اهي گفتا ٻڌا ته هن جون اکيون ڦاٽي ويون. هن جي بدن ۾ لرزش اچي وئي ۽ هو بيهوشيءَ جي حالت ۾ نوجوان ڏانهن نهارڻ لڳا. جڻ ان آواز جي مناڻ هن جي جسمن کي مفلوج ڪري ڇڏيو هو ۽ دل جي گهراين ۾ بلند جذبن جون لهرون اٿاريون هيون. پر ڪجهه گهڙين کان پوءِ پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي ويا. جڻ شيخ عباس جو آواز هن جي ڪنن ۾ گونجي تنبيهه ڪري رهيو آهي ۽ هن کي ياد اچي ويو آهي ته هو هتي ڪهڙي ڪم سان آيا آهن. هن اڳتي وڌي، خليل کي توڙهي سان ٻڌو ۽ هن کي وٺي ٻاهر نڪتا. هن جي منهن مان محسوس ٿي ٿيو ته هن کي ضمير جون ڇهنڊڙيون پهچي رهيون آهن. راحيل ۽ مريم هن جي پٺيان ائين روانيون ٿيون جيئن جيروشلم ۾ حضرت عيسيٰ پٺيان ڇوڪريون ان وقت ٿي هليون جنهن وقت هن کي صليب تي ٽنگڻ لاءِ وٺيو پئي ويو. هو ٻئي، شيخ عباس جي گهر تائين خليل جي پويان پويان ويون.

ڳوٺن ۾ نديون وڏيون خبرون بنا دير پکڙجي وينديون آهن. خاص ڪري سرديءَ جي ڏينهن ۾، جڏهن ٻنيون ۽ باغ برف جي

چادر ۾ ويڙهيل هوندا آهن ۽ انسان چاهه جا پروانا بڻجي ويندا آهن. تڏهن ڳوٺاڻن جي وڏي خواهش هوندي آهي ته پنهنجا اهي بيڪار ڏينهن، هو خبرن جي دلچسپيءَ ۾ گذارين ۽ راتيون خبرن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪندي بسر ڪن... خليل جي گرفتاريءَ جي خبر، ڦاٽنڌڙ گٽر جي ڌپ وانگر، ساري ڳوٺ ۾ پکڙجي وئي. ماڻهو پنهنجا پنهنجا گهر ڇڏي ڇڙوڇڙ سپاهين وانگر، هر طرف ڪان تڪڙو ڀڳا. اجا خليل وارن کي آندو مس ويو ته شيخ عباس جي گهر جو ڪشادو صفو ضائڻن، مردن ۽ ٻارن سان ٽمٽار ٿي ويو. هو اچرج ڀريل نگاهن سان ان ڪافر کي ڏسڻ لڳا، جنهن کي ديول مان نيڪالي ملي هئي. هن ڪنڌ اوچو ڪري ۽ پين تي ايو ٿي، خليل سان گڏ راحيل ۽ مريم کي ٿي ڏٺو، جن هڪ پاپي انسان کي پناهه ڏئي هن ڳوٺ جي وايومنڊل کي زهريلو ۽ دوزخي بنايو هو.

شيخ عباس، هڪ مٿاهين، غاليچن سان ڍڪيل ٿلهي تي ويٺو هو، الياس پادري به پاسي ۾ موجود هوس. سامهون هاري ۽ نوڪر چاڪر بيٺا هئا ۽ وچ ۾ خليل هو. هو رسين ۾ جڪڙيل هو ۽ سينو تاڻي ائين بيٺو هو جيئن ڪڏن جي وچ ۾ اوچو ڏرو. راحيل ۽ مريم هن جي پٺيان بيٺيون هيون. هوڏڪويل هيون پر ڊنل نه هيون. پنهنجي ڳوٺ وارن عام ماڻهن جون نگاهون هنن جي دل کي ڏڪوئي رهيون هيون، جي هنن کي مجرم سمجهي رهيا هئا. ورنه راحيل جهڙي عورت لاءِ خوف ڪهڙي حيثيت هئي، جنهن سچ کي سڃاتي، ان جي پوئواري ڪئي هئي. ساڳي طرح مريم جهڙيءَ ڇوڪريءَ کي ڊپ جو ٿيندو، جنهن پيار جو آواز ٻڌو هجي ۽ ان تي جيءُ ڇيو هجي!

شيخ عباس نوجوان طرف نهاريو ۽ سمنڊ جي لهرن جي شور سان مشابهت رکندڙ آواز ۾ پڇيو "اڙي ميان! تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

"خليل" نوجوان جواب ڏنو.

"تنهنجو خاندان ڪهڙو آهي ۽ ڪٿي جو رهاڪو آهين؟" شيخ پڇيو.

خليل انهن هارين ڏانهن نهاريو جي هن ڪي نفرت ۽ ٺٺوليءَ جي نظر سان ڏسي رهيا هئا ۽ چيو "هي مظلوم غريب غربا ئي منهنجو خاندان آهن ۽ هي ڪشادا واهڻ منهنجو وطن آهن."

شيخ عباس ٺوڪ مان مرڪندي چيو "جن ماڻهن سان تون ماڻٽي ٿو ڳنڍين، سي توکي سزا ڏيڻ ٿا چاهين ۽ جن ڳوٺن کي تون پنهنجو وطن ٿو ٻڌائين، اهي توکي جڳهه ڏيڻ نه ٿا گهرن."

خليل وراڻيو "بي شعور غلام قومون پنهنجن بهادر سپوتن کي پڪڙي پنهنجن ئي هٿن سان ظالمن جي سنگدليءَ جي حوالي ڪنديون آهن ۽ پوئتي پيل ڳوٺ پنهنجن گهٽگهرن جو قدر نه ڪندا آهن. هي ڳوٺاڻا: جن مون کي تنهنجي سامهون پيش ڪيو آهي، سي تنهنجا غلام ۽ بي شعور آهن. هنن ان تي به نه سوچيو آهي ته هو پنهنجي رت، ست ۽ پگهر سان پورهيو ڪري جو ڪجهه ڪمائين ٿا سو توکي ڇو ٿا ڏين ۽ هنن جي ڪمائيءَ تي تون ته محل ۾ رهين ٿو ۽ هر عيش ڪرين ٿو، پر هو پاڻ پيٽ بکيا ۽ انگ اگهاڙا ڇو آهن؟ هو ان تي به ويچار نه ٿا ڪن ته جا زمين مون جهڙي سندن سڄڻ کي جڳهه نه ٿي ڏئي، سا ظالمن ۽ لالچين کي ڇو نه ٿي ڳڙڪائي ڇڏي؟"

شيخ عباس هڪ اڏنگو ۽ جڙتو ٺهڪ ڏنو، ڄڻ نوجوان جي ٻڌري ڪيل سچ کي، ڳوٺاڻن جي ذهن ۾ پهچڻ کان روڪيندو هجي. پوءِ چوڻ لڳو "ڇا تون ديول ۾ ڳنوار نه هئين؟ جي اهو درست آهي ته پوءِ ٻڌاءِ ته تو اهو ڏڻ ڇو ڇڏيو ۽ اتان ڇو تڙيو

وٺين؟ ڇا تو اهو سمجهيو هو ته هڪڙي ڪافر لاءِ، پادرين جي مقابلي ۾ ڳوٺاڻا وڏيڪ نرم دل آهن ۽ توکي قبول ڪندا؟"

خليل وراڻيو، "مان ڳنوار هوس، پرڪاسائي نه هوس. مان ڌڻ کي سرسبز ۽ آباد چراگاهن ڏي وٺي ويندو هوس ۽ نه لوٽ زمين ۽ گنجن ٽڪرن طرف. مان ڌڻ کي زندگيءَ جي ميناج طرف وٺي ويندو هوس ۽ ويرانين کان پري رکندو هوس. مان سانجهيءَ جو ڌڻ کي واپس وٿاڻ ۾ وٺي ايندو هوس ۽ ان کي بگهڙن ۽ چيتن جو کاڄ بڻجڻ لاءِ ماٿري ۾ ڇڏي نه ايندو هوس. مان جانورن سان اهو سلوڪ ڪندو هوس. جي تون انسانن جي ڌڻ، جي هينئر اسان جي چوگرد اچي گڏ ٿيا آهن، انهن سان اهڙوسلوڪ ڪرين ها، ته تون اڄ اهڙي عاليشان محل جو مالڪ نه هجين ها ۽ هي ويچارا پنهنجين اونداهين جهوپڙين ۾ بک نه مرن ها. جي تون هتي اهوجهڙ ڳوٺاڻن سان اهڙي هلت هلين ها، جهڙي مون ديول ۾ ڍڳن ڍورن سان هلي، ته تون هن ريشمي تخت تي براجمان نه هجين ها ۽ تنهنجي سامهون هي بيٺل غريب، وڻ جي سڪل ٽارين وانگر نظر نه اچن ها."

شيخ اهڙي چرپر ڪئي جا هن جي اندر جي بي آراميءَ جو ڏس ڏئي رهي هئي. هن جي نرڙ تي پگهر جا ٽيپا جهلڪڻ لڳا. پر هن پنهنجو چهرو درست رکيو، جيئن سندس رعيت تي سندس دل جي ڪيفيت پڌري نه ٿئي. هٿن سان اشارو ڪري چيائين "توکي رسين ۾ ٻڌي هتي ان ڪري نه آندو ويو آهي ته تون واهيات گفتگو ڪرين، پر توکي هتي ان واسطي حاضر ڪيو ويو آهي ته هڪ بد راهه ڏوهاريءَ وانگر تنهنجي وٽ پڪڙ ڪئي وڃي. توکي خبر هجڻ کپي ته تون هن وقت هن ڳوٺ جي سردار، امين اشهابي يدالله جي جانشين جي سامهون بيٺو آهين ۽ الياس پادريءَ جي به سامهون، جو

ان مقدس ديول جي نمائندگي ڪري ٿو، جنهن جي تو بيحرمتي ڪئي آهي. ان ڪري پنهنجي الزامن جي صفائي پيش ڪر يا ڏوهه باسي، اسان جي سامهون ۽ هن ميڙ جي سامهون جهڪي رحم جي درخواست ڪر. اسين توکي معاف ڪنداسين ۽ توکي ائين هتي ڏنار بنائينداسين، جيئن تون ديول ۾ هئين."

نوجوان بيپرواهيءَ مان اُتر ڏنو "ڏوهاريءَ جو انصاف ڏوهاري نہ ڪندو آهي ۽ ڪافر جي صفائي، گنهگار نہ ٻڌندو آهي."

ائين چئي، خليل صفي جي چئني پاسي نظر ڊوڙائي، پوءِ ماٺهن ڏي مهڙ ڪري چيائين "هي شخص، جنهن ڪي توهان جي بيوسيءَ ۽ فرمانبرداريءَ توهان جي کيتن جو مالڪ بنائي ڇڏيو آهي، تنهن مون کي رسين ۾ جڪڙي ان لاءِ هتي گهرايو آهي تہ توهان جي سامهون هن محل، جنهن جي پيڙهہ توهان جي ابن ڏاڏن جي هڏن تي رکي وئي آهي، تنهن ۾ منهنجي پڪڙ پڇاڙ ڪري، ۽ هو شخص، جنهن ڪي توهان جي عقيدن ۽ توهان جي ايمان، توهان جي ديول جو پادري بنايو آهي، سو منهنجو انصاف ڪرڻ آيو آهي. هو مون کي سزا ڏيڻ ۽ خوار ڪرڻ ۾ شيخ جو سهڪار ڪرڻ ٿو چاهي ۽ توهان هر طرف کان تيزيءَ سان ڊوڙندا هتي آيا آهيو تہ مون کي پيڙا ۽ عذاب ۾ مبتلا ۽ رحم لاءِ گيسبون ڪندي ڏسو. توهان پنهنجي چلهن جي گرم گود ڇڏي، اهو ديدار ڪرڻ آيا آهيو تہ ڪيئن توهان جو پٽ ۽ توهان جو ڀاءُ ٽوڙهي ۾ جڪڙيل آندو ويو آهي. هڪ ڏکويل شڪار کي شڪاريءَ جي چنبي ۾ ڏسڻ آيا آهيو. توهان هڪڙي مجرم ڪافر کي عدالت جي آڏو بيٺل ڏسڻ آيا آهيو. اهو مجرم مان ئي آهيان. ها، اهو ڪافر مان ئي آهيان، جنهن کي طوفان گهلي توهان جي ڳوٺ ۾ اچي ڦٽو ڪيو آهي. هاڻي منهن جي

ڳالهه ۾ منهنجو احتجاج ٻڌو. پوءِ مون تي رحم نه پر مون سان انصاف ڪريو، ڇو ته رحم، ضعيف ۽ خطاڪار انسان تي ڪيو ويندو آهي ۽ بيگناهه شخص انصاف جو گهرجائو هوندو آهي. مان توهان جو انصاف قبول ڪندس، ڇوته پوري قوم جي راءِ سان يڪراءِ ٿيڻ کي مان صحيح سمجهان ٿو. پر فيصلو ڪرڻ کان پهرين ڪليل ذهن ۽ غور سان منهنجيون ڳالهيون ٻڌو، پوءِ جيڪي توهان جو ضمير چوي ان موجب انصاف ڪريو. مون چيو آهي ته مون کي ڪافر ۽ پاپي سڏيو ويو آهي، پر توهين منهنجي قصور کان واقف نه آهيو. توهان ڏسي رهيا آهيو ته مون کي چورن ۽ قاتلن وانگر ٻڌو ويو آهي، پر توهان کي منهنجي خطا جي خبر ڪانهي. هنن وسندين ۾ گناهن جي حقيقت ڪوهيري جي پردي ۾ لڪل رهندي آهي، پر سزا ائين پڌري ڪئي ويندي آهي جيئن اونداهي رات جو ڪڪرن پريل آسمان تي وڄ جي تلوار.

"حاضرين! منهنجوگناهه اهو آهي ته مان توهان جي غلاميءَ جو شعور ۽ توهان جي بربادي‌ءَ جو احساس رکان ٿو. منهنجو گناهه اهو آهي ته مان توهان جي ٻچن کي پيار ڪريان ٿو. مان توهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته مان توهان مان آهيان. منهنجن ابن ڏاڏن هن علائقي ۾ جيون گذاريو ۽ هتي دفن ٿيا. مان هن ڌرتي‌ءَ جو ڇائو آهيان. توهان سان منهنجو ڌرتي ۽ انسانيت جو ڳانڍاپو آهي. اوهان سان منهنجو اهو ناتو آهي جو هڪ پورهيت جو ٻئي پورهيت سان ٿيندو آهي. توهان ۾ ۽ مون ۾ فرق فقط اهو آهي جو مون ۾ اهو شعور پيدا ٿي چڪو آهي ته جيڪي ماڻهو اسان جي پورهيي جي ڪمائيءَ تي عيش، اڏائين ٿا، تن جي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو وڃي. مان جڏهن ديول ۾ ڳنوار هوس، تڏهن جهنگل ۾ ڍڳا

ڊور چاريندي. جهوپڙين مان دانهون ايرنديون محسوس ڪندو هوس. مون ديول ۾ ڏٺو ته توهين پنهنجين پنين ۾ رڻ جي ان وانگر آهيو. جنهن جي پنيان بگهڙ اچي رهيو آهي. مان وچ رستي ۾ بيهي واڪا ڪرڻ لڳس ته بگهڙ مون تي حملو ڪري مون کي پري پڃائي ڇڏيو. بگهڙ کي انديشو هو ته منهنجي شور غل تي رڍون رات جي اونده ۾ هليون نه وڃن. مان ان حقيقت، جا توهان جي منهن تي رت جي حرفن ۾ لکيل آهي. تنهن لاءِ قيد. بک ۽ اڄ جون تڪليفون ڏٺيون. ڦٽڪن جي پيڙا سٺي ۽ چٽڙ جا ڇهڪ برداشت ڪيا. مون ڪڏهن به حوصلو نه هاريو، ڇو ته توهان جون دانهون، جن جي وچ ۾ مون زندگي گذاري هئي، لاڳيتو منهنجي ڪنن ۾ گونجنديون رهنديون ۽ هيون ۽ منهنجي سگهه تازي ڪنديون رهنديون هيون. مان ظلم جو مقابلو ڪرڻ سڪي ويو هوس.

"توهين پنهنجي دل کان پڇو ته اسان مان ڪنهن آواز بلند ڪيو آهي ۽ اهو ڪير آهي جنهن چپ ڪولڻ جي دليري ڪئي آهي؟ مون کي خبر آهي ته توهان جون مظلوم دليون هر ڏينهن فرياد ڪن ٿيون ۽ هر رات درد کان ڪڙهن ٿيون، پر توهان پنهنجي دل جو آواز نه ٿا ٻڌو. توهان ان شخص وانگر آهيو جنهن تي سڪتو ڇانيل هجي. هو پنهنجي سيني جو آواز نه ٻڌندو آهي، پر هن جا تيماردار اهو آواز ٻڌندا آهن.

"توهين ٿي ٻڌايو ته ڏينهن ۾ اهو ڪهڙو وقت آهي جنهن ۾ توهان جو روح بيقرار نه ٿيندو هجي؟ پرم ڦٿيءَ جو، جيئڻ جي جاکوڙ جي مجبوري توهان جي نيڻن تان نند جو ڪيپ هٽائي ٿي ۽ توهين غلامن وانگر پنين تي هليا وڃو ٿا. منجهند جو جڏهن توهان جي دل چاهي ٿي ته سج جي ساڙيندڙ ڪرڻن جي تيرن کان بچي،

ونڻ جي ڇانوَ ۾ ويچي ساهه پٽيو تہ توهين ائين ڪري نہ ٿا سگهو. شام جو ٿڪا ٽٽا جڏهن گهرن ڏي موٽو ٿا تہ ڏسو ٿا تہ ڪاٺ واسطي سڪل پاروٽي ماني ۽ پاڻيءَ ڪان سواءِ ڪجهہ ڪونهي. رات جو جڏهن ٿڪاوٽ توهان ڪي پٿريلي هنڌ تي ڇيلهہ ڏگهي ڪرائي ٿي ۽ توهان سمهي ٿا رهو تہ توهان ڪوڙ پيرا چرڪ ڀري اٿي ٿا ويهو. ڇوتہ توهان ڪي وهم ٿو ٿئي تہ شيخ عباس جو آواز اوهان جي ڪنن ۾ اچي رهيو آهي.

"تنهن ڪان سواءِ سال جي ڪهڙي مند آهي. جڏهن دک ۽ حسرت توهان جي دل ۾ واسو نہ ڪندي هجي؟ ربيع جي موسم ۾ جڏهن فطرت نئون لباس پهريندي آهي. توهين پنهنجي کيتن جي ائين پرگهور ڪندا آهيو جيئن ماءُ ٻار جي ڪري. پوءِ لاٻارو ٿي ڪڻڪ سان پنهنجي آقا جون گنديون ۽ گدام ڀريندا آهيو. پر توهان ڪي پوسي ڪان سواءِ ڪجهہ پلئہ نہ پوندو آهي. وري خريف جي موسم ۾ توهين ميوا ميڙيندا آهيو ۽ انگورن جو رس ڪڍندا آهيو. پر توهان جي نصيب ۾ هوندو آهي سُرڪو ۽ ڪاڪڙ ڪوڪڙ. سرديءَ جي رت ۾ جڏهن فطرت جا قهر شروع ٿيندا آهن تہ چلهہ جي پاسي ۾ ويهي، برف ۽ طوفان جي غضبناڪين ڪان خوفزده ٿي، ڏکندي وقت ڪاٽيندا آهيو... اي هاريو! اها آهي اوهان جي حياتي... اي تباهہ حال انسانو! اهي آهن توهان جون راتيون، جي توهان جي روح تي ڇانيل آهن... اي مسڪينو! جي توهان جي ذلت ۽ رسوائي... اهو آهي دردناڪ ۽ لڪل فرياد، جو مان توهان جي اندر جي اونهاين مان نڪرندي ٻڌو... مان خبردار ٿي ويس، مون پاڻ سنيالي ورتو ۽ پادرين سان بغاوت ڪيم. ۽ هنن جهڙي رهڻي ڪرڻيءَ ڪان الڳ ٿي ويس. هنن مون کي ڪافر ۽ ڦريل چئي، مون کي ديول مان نيڪالي

ڏئي ڇڏي. مان هتي آيس ته توهان کي تباهيءَ کان بچايان ۽ توهان جي ويجهو رهي جيون گذاريان ۽ توهان جي ڳوڙهن سان پنهنجا ڳوڙها ملايان. مون کي رسين ۾ جڪڙيو ويو ۽ توهان جي طبقاتي دشمن سامهون پيش ڪيو ويو. هو توهان جي ڪمائي هڙپ ڪري ٿو ۽ توهان جي مال مان امير بڻجي ويو آهي ۽ جنهن جي وشال گدامن ۾ توهان جي محنت جو ميوو پريو پيو آهي.

"ڇا هي شيخ پاڻ کي توهان جي ڪيڙيل زمين جو مالڪ نه ٿو سمجهي؟ ڇا هو توهان کي پنيءَ جي پيداوار کان پالهو نه ٿو رکي؟ ڇا شيخ جا وڏا توهان جي ابن ڏاڏن جو ساڳي ريت حق هڙپ نه ڪندا هئا؟ توهان ڏسو ٿا ته قانون هنن جي هٿ ۾ آهي ۽ هو توهان لاءِ تلوار جي نوڪ سان قانون لکندا آهن. پادرين به توهان جي وڏن ۽ توهان جي پورهئي تي، ڌرم جي نالي ۾ ڌاڙو پئي هنيو آهي ۽ دولت جا انبار ڪٺا ڪيا آهن. شيخ ۽ پادري توهان جا حق ڦٻائڻ ۽ توهان جو رت چوسڻ لاءِ هڪ ٻئي سان ٻٽ آهن. توهان ڏٺو نه آهي ته پادري توهان کي، شيخ آڏو جهڪڻ جي هدايت ڪندو آهي ۽ شيخ توهان کي پادريءَ جي پيروي نه ڪرڻ تي ڦٽ لعنت ڪندو آهي!

"توهان ٻڌو نه آهي ته خدا، حضرت آدم کي چيو هو ته محنت ڪري روٽي ڪائو، جو پورهيو نه ٿو ڪري تنهن کي ڪائڻ جو حق نه آهي. پوءِ هي شيخ، توهان جي پيشانيءَ جي پگهر مليل ماني ڇو ٿو کائي؟ ڇا خدا هن واسطي خاص فرق رکيو آهي. هن کي توهان جو سردار بڻايو آهي ۽ توهان کي اڻ ڇاتل گناهن جي سزا پيو ڏئي؟ ڇا خدا ٿي توهان کي غلام بنائي حياتي گهارڻ لاءِ موڪليو آهي ته توهان پورهيو ڪري کيتي ڪريو. پر کائڻ لاءِ توهان وٽ ان جو داڻو به نه هجي ۽ رات ڏينهن محنت ڪري محل

اڏيو. پر مٿو لڪائڻ واسطي اوهان وٽ جهوپڙي به نه هجي؟ ڇا توهان جو خدا اهڙو بي انصاف ٿي سگهي ٿو؟ ڇا توهان حضرت عيسيٰ جي اها چوڻي ٻڌي آهي جا هن شاگرد کي چئي هئي ته: جو ڪجهه ڏيو مفت ۾ ڏيو ۽ جو ڪجهه وٺو مفت ۾ وٺو ۽ اهو تڏهن ٿيندو جڏهن توهان ٻين جي پورهيي جي ڪمائيءَ مان پنهنجي گهر ۾ سون ۽ چاندي گڏ نه ڪندا... پوءِ هي پادري ڪنهن جي تعليم هيٺ پورهيو نه ٿا ڪن ۽ دعائن نذرانن ۾ سون ۽ چاندي ڪٺي ٿا ڪن؟ توهان ڌرمي ڪتابن موجب يهودا تي لعنت ٿا موڪليو جو هن پنهنجي آقا کي چانديءَ جي عيوض وڪڻي ڇڏيو. پر توهان ان شخص جي چو ٿا واکاڻ ڪريو، جو هر روز توهان جي زندگين جو سودو ڪري ٿو؟ بدبخت يهودا ته پنهنجي قصور تي پڇتايو هو، پر هي ماٺهو ڳاٽ اوچو ڪري، سون جا هار ۽ قيمتي منڊيون پائي توهان جي سامهون ڦري رهيا آهن!

"توهان کي اهو نه ٿو ٻڌايو وڃي ته حضرت عيسيٰ سچ لاءِ سر ڏنو. هو سچ جي ڪري صليب تي ٽنگيو ويو، پورهئي جو سچ. هن چيو ته پورهيو سچ آهي ۽ پورهئي جو پورو اجورو حاصل ڪرڻ سچ آهي. هن ٻين جي پورهئي جي ڪمائيءَ مان سون ۽ چاندي گڏ ڪرڻ کان روڪيو. اڄوڪي زماني ۾ ان طريقي سون ۽ چاندي گڏ ڪرڻ کي "سرمائيداري" سڏيو ٿو وڃي. اهڙي منع ڪرڻ ڪري يهودين، جي ٻين جي پورهئي جي ڪمائيءَ مان سون ۽ چاندي گڏ ڪندا هئا، تن حضرت عيسيٰ کي صليب جي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڇڏيو. يسوع مسيح سچ لاءِ سوريءَ تي چڙهيو، ان لاءِ ته توهان ۾ سچ جو روح پيدا ٿئي. پر توهان کي خبر آهي ته هي پادري توهان جي ان سچ جي روح کي قتل ڪري رهيا آهن. محض ان لاءِ ته

توهان کي اونده ۾ رکڻ ۽ توهان کي غلاميءَ ۾ رکڻ ۽ ان طرح توهان جي پورهئي جي دولت کي نذرانن جي صورت ۾ ڦٻائيندا رهڻ. توهان سوچيو چو نہ ٿا تہ ڪهڙي وٽ اوهان کي هيءَ ذلت ۽ خواريءَ جي حياتي گهارڻ تي مجبور ڪري ٿي؟ توهان ان بت جي اڳو ڇو ٿا سجدو ڪريو جو توهان جي ابن ڏاڏن جي قبرن تي ڪڙو ڪيو ويو آهي؟ توهان پنهنجن پونئيرن لاءِ بہ ساڳي ذلت ۽ غلامي وراثت ۾ ڇڏڻ ڇو ٿا چاهيو؟

"توهان جا ذهن پادريءَ جي قبضي ۾ آهن. توهان جا جسم شيخ (زميندار) جي ملڪيت آهن. توهان جون دليون اداس ۽ دکي آهن. ڇا توهان پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن بہ شيءِ ڏانهن اشارو ڪري چئي سگهو ٿا تہ هيءَ اسان جي آهي؟ اي ڪمزور فرمانبردارو! ڇا توهان کي خبر آهي تہ هي پادري، جنهن جي اوهين ايڏي عزت ڪريو ٿا ۽ هن کي پنهنجي روحن جا راز ڄاڻندڙ سمجهو ٿا، سو اصل ۾ ڪير آهي؟... ٻڌو مان ٿو توهان کي ٻڌايان. توهان بہ اهو ڄاڻو ٿا پر ڇپن تي آڻڻ کان ڪيٻايو ٿا. هو امانت ۾ خيانت ڪندڙ آهي. عيسائين هن کي هٿ ۾ مقدس ڪتاب ڏنو، پر هو ان ڪتاب کي هن ڪان مال ڦرڻ جو ذريعو بنائي ٿو. ايمان وارن هن کي سهڻو صليب ڏنو، پر هو ان صليب کي تلوار بنائي هن جي ڳچي ڪنڌ تي رکي ٿو. هو مڪار ظالم آهي، پر عام ماڻهو اهو نہ ٿا سمجهن ۽ پنهنجي گردن هن جي حوالي ڪن ٿا. هو خوفناڪ بگهڙ آهي ۽ رڍن جي واڙي ۾ داخل ٿي وڃي ٿو. ڌنار سمجهي ٿو تہ هو بہ رڍ آهي ۽ مزي سان سمهي ٿو پوي، پر اونده ٿيڻ کان پوءِ هو رڍن کي چيري ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ٿو ڇڏي. هو هڪ لالچي شخص آهي جو مال ۽ دولت گڏ ڪري ٿو ۽ ماڻهن جو رت ائين چوسي ٿو، جيئن

رڻ پٽ جي ريتي مينهن جا ڦڙا ڇهي ويندي آهي. هو رن زالن جي ميڙي چونڊي ۽ يتيمن جو حق هضم ڪري ويجي ٿو.

"هن ڪان ڪتاب ڪسيو، هن جو چوغو ڦاڙيو، جو وٺيو هن سان ڪيو ۽ پوءِ هن جي ترڻ تي نقد رقم رکو، هو توهان کي معاف ڪري ڇڏيندو ۽ محبت مان مرڪندو. هن جي ڳل تي ٺڦڙ هڻو، هن جي منهن تي ٿڪون اڇليو، هن جو گلو دٻايو، پوءِ هن کي ڪاٺي جي ميز تي وهاريو. هو سڀ ڪجهه وساري توهان جا طعام ۽ پيئڻ جون شيون ڳڙڪائڻ واسطي پنهنجي چيلهه جو پٽو ٻه ڪولي ڇڏيندو. هن جي خدا جو انڪار ڪريو، هن جي عقيدن کي گهٽ وڌ ڳالهايو، هن جي ايمان جي مذاق اڏايو، پوءِ هن وٽ شراب جي بوتل ۽ ميون جي ٽوڪري موڪلي ڏيو، هو توهان کي سڀ ڪجهه معاف ڪري ڇڏيندو ۽ خدا ۽ هن جي بندن سامهون توهان جي برڪت جون دعائون گهرندو.

"هو عورت کي ڏسندو آهي ته هن ڪان منهن ڦيري وڏي آواز ۾ چوندو آهي اي آدم جي ڌيءَ! مون ڪان پري هلي وڃ. پر پوءِ پنهنجي دل ۾ سرہاڻ ڪندو آهي ته عورت ڪان سواءِ زندگي عذاب آهي. هو نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي هٿ ۾ هٿ ڏئي ويندي ڏسندو آهي ته ظاهري طرح ته چوندو آهي اها بيعزتي آهي، گناهه آهي، پر اڪيلائيءَ ۾ ٿڌو ساهه ڀري چوندو آهي ته اهڙي شريعت ۽ اهڙي روايت جي ستياناس ٿئي، جنهن مون کي جيون جي راحتن کان پري رکيو آهي ۽ مون تي زندگيءَ جون لذتون حرام ڪيون آهن. ماڻهن کي چوندو آهي ته ٻين جا عيب اونايون درگذر ڪريو، پر پاڻ پٽردليءَ سان انهن جا روح دوزخ جي حوالي ڪندوآهي، جي ساڻس اختلاف ڪندا آهن، يا سندس عيبن طرف اشارو ڪندا آهن.

هو توهان سان ڳالهائڻ وقت گهڙيءَ گهڙيءَ پنهنجيون اکيون آڪاس طرف کڻندو آهي، پر سندس خيال سارو وقت واسينگ وانگر توهان جي کيسي ۾ هوندو آهي. هو توهان کي "پٽ ۽ ڌيءُ" ڪري پڪاريندو آهي، پر هو پدري شفقت کان اڻواقف هوندو آهي. هو ڪير پياڪ ٻار ڏي ڏسي نه مرڪندو آهي ۽ نه ڪنهن ٻار کي پنهنجي هنج ۾ کڻندو آهي. هو توهان کي چوندو آهي ته دنيا سان دل نه لڳايو، پر توهان هن جي ڪردار کي غور سان ڏسندؤ ته هو ڏينهن رات ان دنيا کي چنبڙيو پيو آهي. هو توهان کان هر وقت مال ۽ دولت ملڻ جو آسائتو رهي ٿو. جي توهان هن کي ڪجهه ڏنو ته ظاهري طرح توهان کي وڏيون وڏيون دعائون ڏيندو، جي توهان ڪجهه نه ڏنو ته هو توهان کي دل ئي دل ۾ گاريون ڏيندو. عبادتگاهه ۾ هو توهان کي نصيحتون ڪري ٿو ته مسڪين ۽ محتاجن جو خيال رکو، پر سندس گهر جي چوڌاري بکيا سئن هٿندا رهندا آهن ۽ هن جي آڏو خيرات لاءِ هٿ ٽنگيندا رهندا آهن، پر هو نه ڪجهه ٻڌندو آهي ۽ نه ڏسندو آهي. هو عبادت وڪڻندو آهي. جو هن جي عبادت نه خريد ڪندو آهي، ته هن کي ڪافر ڪوٺيندو آهي ۽ هن کي بهشت کان وانجهو ڪري ڇڏيندو آهي.

"اي عيسائيو! هي آهي اهو شخص جو توهان کي ڊيڄاري ٿو. اي مسڪينو! هي آهي اهو پادري جو توهان جو رت چوسي ٿو. هيءُ اهو پادري آهي جنهن جي ساڄي پاسي صليب جو اهڃاڻ آهي ۽ کاٻي طرف کان هو توهان جي دلين تي قبضو ڪري ٿو. هي آهي اهو همراهه جو توهان جو خادم بنجڻ بدران توهان جو آقا بنجي ويو آهي. توهان هن کي پاڪ پادري سمجهو ٿا، پر هو شيطان آهي. هي

آهي اهو پاڇو جو توهان تي بالغ ٿيڻ کان وٺي موت تائين توهان جي ذهن تي حاوي رهي ٿو. هيءُ آهي اهو شخص جو اڄ رات مون کي ذليل ڪرڻ آيو آهي، ڇو ته منهنجي ذهن ان مسيح ناصريءَ جي دشمن سان بغاوت ڪئي، جو توهان پورهيتن سان محبت ڪري ٿو ۽ جنهن کي سچ جي سزا ۾ صليب تي لٽڪايو ويو..... "

هاڻي نوجوان ٿڪجڻ لڳو هو. هن کي ٻڌندڙن جي ڇهڻ مان محسوس ٿيڻ لڳو هو ته هن جي تقرير هنن تي اثر ڪرڻ لڳي آهي. هن جو آواز ٻهرين کان وڌيڪ بلند ٿي ويو. "ڀائرو! توهان ٻڌو هوندو ته شيخ عباس کي امير امين شهابيءَ هن ڳوٺ جو حاڪم مقرر ڪيو آهي ۽ امين شهابيءَ کي سلطان هن علائقي جو گورنر بنايو آهي. اهي سڀ حاڪم هڪ ئي سرشتي جي ڪڙي آهن، جاگيرداري سرشتو! سلطان سميت انهن مڙني حاڪمن کي توهان جي مرضيءَ سان حاڪم نه بنايو ويو آهي يا توهان ووٽ ڏئي هنن کي انهن عهدن تي نه چونڊيو آهي. انهيءَ جاگيرداري سرشتي يا طبقاتي سماج جو توهان ۾ شعور پيدا ٿيڻ کپي. اهڙي سرشتي ۾ زميندارن، حاڪمن ۽ پادرين جو پرمار طبقو، ٻين جي ڪمائي، توهان هارين ۽ پورهيتن جي ڪمائيءَ تي عيش ڪندو آهي. اهو طبقو چاهي ٿو ته توهين سدائين ذليل ۽ جاهل رهو، جيئن هو توهان جي ذهن تي حڪومت ڪندا رهن ۽ توهان جي جسمن کي پنهنجي غلاميءَ ۾ رکي، پنهنجي مطلب لاءِ استعمال ڪندا رهن. ان لاءِ هو توهان جي جسمن کي جڪڙي رکن ٿا ۽ توهان جي ذهن کي عقيدن جو آڳير ڪارائيندا رهندا آهن. توهان سگهارن سرين وارا آهيو، پوءِ ڪمزورن وانگر ڇو ٿا جهڪو؟ توهان آزاد ڄاوا آهيو، پوءِ غلامي ڇو ٿا قبول ڪريو؟ توهان ڏسو ٿا ته اهو طبقو توهان

جي پورهئي تي پلجي ٿو. انهن کان ڇو ٿا ڊڄو؟ توهان خود روشني آهيو پوءِ انهن تاريڪ طاقتن کان ڇو ٿا گهبرايو؟ توهان سڀ ڪجهه آهيو. توهان ۾ سڀ طاقتون موجود آهن. رڳو ذهن کي کولي انهن طاقتن کي استعمال ڪريو ۽ توهان ڏسندا ته اهي طاقتون توهان جي زندگيءَ ۾ ڪيڏو نه خوشحال انقلاب آڻي ٿيون ڇڏين!"

خليل ٿورو ماٺ ٿي ويو. ڇڻ هن کي هاڻي پنهنجن ويچارن کي لفظن جو ويس ڍڪائڻ جي ضرورت نه رهي هئي. پوءِ چيائين، "ڀائرو! اڄ رات مون جيڪي توهان سان ڳالهيون ڪيون آهن، انهن ڪري ئي مون کي ديول مان ڪڍيو ويو ۽ جا حقيقت هاڻي توهان جي دلين ۾ سمائجي وئي آهي، تنهن مون کي رسين ۾ ٻڌرائي شيخ جي سامهون اچي بيهاريو آهي. هاڻي جيڪڏهن توهان جي ڳوٺ جو شيخ (زميندار) ۽ توهان جي ديول جو پادري مون کي ڦاسيءَ تي چاڙهيندا، تڏهن به مان فرحت محسوس ڪندس. ان طوفاني رات جو، مون پنهنجي ذاتي زندگيءَ لاءِ پڪار ڪئي هئي، پر منهنجي اڄوڪي پڪار ڳوٺ جي هارين، ملڪ جي پورهيتن ۽ دنيا جي عوام واسطي آهي."

خليل جي هنن لفظن ڳوٺاڻن جي دلين ۾ جنبش آڻي ڇڏي ۽ هو جوش کان بيقرار ٿيڻ لڳا. هنن جا ذهن صاف ٿي ويا ۽ هنن جي اکين تان جهالت جا پردا کڄي ويا. عورتن جي نيڻن ۾ ته پاڻي پرجي آيو. پر شيخ عباس ۽ پادري الياس ڪاوڙ مان ڪنبي رهيا هئا ۽ اهڙي طرح ٿي پاسا بدلايائون ڄڻ ته ڪنڊن جي سيج تي سمهاريا ويا هئا. هنن چاهيو ٿي ته هو خليل کي خاموش ڪرائين، پر هو ائين ڪري ڪونه سگهيا، ڇوته خليل جي ڳالهائڻ ۾ طوفان جهڙي تيزي هئي ۽ ٻڌندڙ هنن کي دنيا جي هر چيز کان بيخبر ڪ

ٻڌڻ ۾ ٻڌل هئا. تقرير ختم ڪري، ٻوڙتي هٽي، خليل، راحيل ۽ مريم جي وچ ۾ وڃي ويهي رهيو. گهري سانت ڇانئجي وئي، ڄڻ خليل جو روح ٻڌندڙن جي روحن ۾ سمائجي ويو هو ۽ شيخ ۽ پادري ڳالهائڻ جي سگهه کان محروم ٿي ويا هئا.

پوءِ شيخ عباس اٿي کڙو ٿيو. هن جي شڪل ڦري وئي هئي ۽ هن جو رنگ پيلو پٽجي ويو هو. هن منهن ۾ گهنج وجهي، ڪڙڪو ڪري حاضرين کي چيو، "اي ڪتئو! توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇا توهان ٻڌو ڪونه ٿا؟ ڇا توهان جا بدن ڪيرا ٿي ويا آهن، جو هن ڪافر کي ٻڇ ٻڇ ڪرڻ جي لائق نه رهيا آهيو؟ ڇا هي شيطان جو روح، توهان جي روح تي غلبو ڪري ويو آهي ۽ هن جي جهنمي جادوءَ توهان جي ٻانهن کي نٻل ڪري ڇڏيو آهي، جو اوهين هن کي سزا ڏيڻ جي سگهه وڃائي ويٺا آهيو؟"

ائين چئي هن مياڻ مان تلوار ڇڪي ڪڍي ۽ خليل تي حملو ڪرڻ لاءِ هن ڏانهن ڊوڙيو. پر ڳوٺائن مان هڪ سگهارو شخص اڳتي وڌي وچ ۾ پيو ۽ چيائين، "اي سردار، پنهنجي تلوار واپس مياڻ ۾ رک نه ته تلوار جو جواب تلوار سان ڏنو ويندو!"

شيخ کي ڏڪڻي پيدا ٿي ۽ هٿ مان تلوار ڪري پيس. هن واڪو ڪري چيو، "هڪ ٽڪي جو نوڪر، آقا جي سامهون ٿي سگهي ٿو؟"

ان شخص ورائيو، "ايماندار نوڪر، ظلم ۽ بدڪاريءَ ۾ پنهنجي مالڪ سان مددگار نه ٿيندو آهي. هن نوجوان سچ کان سواءِ ڪجهه نه چيو آهي ۽ رڳو حقيقت جي اپٽار ڪئي آهي."

هڪ ٻيڙي اڳتي وڌي پٺڀرائي ڪئي، "هن نوجوان ڪابه اهڙي ڳالهه نه چئي آهي جو هن جي وٽ پڪڙ ڪئي ٻجي ۽ هن کي سزا ڏجي!"

هڪ ضائفان بلند آواز ۾ چيو، "هن شخص نه دين جي بيحرمتي ڪئي آهي ۽ نه خدا جو انڪار ڪيو آهي، هن کي ڪافر جو ٿو چوين؟"

راحيل ۾ به ڳالهائڻ جو حوصلو پيدا ٿيو ۽ سامهون اچي چيائين، "هن نوجوان پنهنجي ڳالهين ۾ اسان جي دلين جي ترجماني ڪئي آهي ۽ اسان جو ڏتڙيل حال ٻڌايو آهي، ان ڪري جو به هن جو وار ونگو ڪندو سو اسان سڀني جو دشمن هوندو."

شيخ ڏند ڪرٽيندي چيو، "تون به سرڪشي ٿي ڪرين، نياڳي. ڇا تو اهو وساري ڇڏيو ته پنج سال اڳ جڏهن تنهنجي مڙس سرڪشي ڪئي هئي ته هن جو ڪهڙو حشر ٿيو هو!"

راحيل جوش ڪان ڳاڙهي ٿي وئي ۽ هي ڳجهه ٻڌي، ماڻهن جي ميڙ ڏي منهن ڪري چيائين، "ٻڌي رهيا آهيو؟ هي قاتل، جوش جي گهڙيءَ ۾ پنهنجو ڏوهه باسي رهيو آهي. ڇا ماڻهو نه چوندا هئا ته منهنجو مڙس ٻنيءَ ۾ قتل ٿيل ڏٺو ويو هو؟ ڇا توهان نه چوندا هئا ته خونيءَ جي خبر پئجي نه سگهي، جو هن ڪٿان لڪي وار ڪيو هو؟ پر شيخ عباس جي ٻڌي چڪا آهيو ته خوني ڪير هو؟ ڏسو قاتل پڌرو ٿي چڪو آهي، ۽ هو اهو شخص آهي جو توهان جو پاڙيسري آهي ۽ توهان جو آقا آهي. گناهه، هن جي زرد چهري تي پڌرن اکرن ۾ لکيو پيو آهي. ڏسو ته هو پنهنجو چهرو ڪيئن نه ڇپائي رهيو آهي، جيئن توهان جون اکيون اهو ڏسي نه سگهن. هي طاقتور سردار، سنهڙي ناريءَ وانگر ڏڪي رهيو آهي. هي جابر حاڪم، هيٺر ڏوهاري غلام جيئن توهان جي سامهون بيٺو آهي. اسان اوچتو اهو خوني ڏٺو آهي ۽ ان بدڪار هستيءَ تان پردو کڄيو آهي، جنهن مون کي بيواهه ۽ منهنجي ڌيءَ کي يتيم بنايو آهي."

راحيل جي فرياد جا لفظ. شيخ عباس تي وڄ وانگر ڪريا.
ان سان گڏ مردن جو شور ۽ ضائفن جون دانهون هن جي دماغ کي
گهيرو ڪري ويون. هو بدحواس ٿي ويو. پادري هن کي سهارو
ڏيڻ لاءِ اٿيو. هن کي ٿلهي تي ويهاري، نوڪرن ڏي منهن ڪري
چيائين، "هيءَ عورت، جا توهان جي آقا تي ڪوڙو الزام هڻي رهي
آهي، تنهن کي گرفتار ڪريو ۽ هن کي ڪافر نوجوان سان وچي قيد
۾ بند ڪريو. جو شخص توهان کي روڪيندو، سو به ڏوهه ۾
شريڪ سمجهيو ويندو ۽ هن وانگر ديول کان محروم ڪيو
ويندو."

پر نوڪر چُريا ئي ڪونه. هو ماٺ ۾ خليل جي ڀنهي پاسن
کان بيٺل عورتن، راحيل ۽ مريم ڏي ڏسندا رهيا. هي ٻئي عورتون،
خليل جي ساڄي ۽ کاٻي ائين بيٺيون هيون، ڄڻ ته پر هجن، جن کي
کولي هيٺئر خليل اڏامڻ وارو آهي ۽ هن جي مدد سان ڪڪرن تائين
وڃي رسندو.

پادريءَ جي ڏاڙهي ڏڪڻ لڳي. وري به نوڪرن ڏي نهاري
چيائين، "توهان پنهنجي آقا سان نمڪ حرامي ڪريو ٿا ۽ هن پاپي
ڪافر نوجوان ۽ هن ڪوڙي ضائفان واسطي بغاوت پيا ڪريو؟"

نوڪرن جي جمعدار جواب ڏنو، "اسان پيٽ خاطر شيخ عباس
جي نوڪري پئي ڪئي، اسين هن جا غلام نه آهيون." ائين چئي هن
پنهنجي وردي ۽ ٽوپي لاهي، شيخ عباس ڏانهن اڇلائي ڇيو، "مان
هي چندو لباس وري پنهنجي بدن تي نه پهريندس. مان هاڻي هن
خوني جاءِ ۾ رهڻ جو عذاب وڌيڪ سهي نه ٿو سگهان."

ٻين نوڪرن به هن جي پوئواري ڪئي ۽ هن جي منهن تي
آزاديءَ جي روشني چمڪڻ لڳي.

پادري الياس اهو حال ڏٺو ته سمجهي ويو ته مڪر جو چار ڪلي چڪو آهي ۽ هو ان ڳالهه کي پنهنجو پاهر نڪري ويو. جنهن پل خليل هن ڳوٺ ۾ قدم رکيو هو.

ان مهل، هڪ ڳوڻاٽو اڳتي آيو. هن خليل جون رسيون کوليون ۽ پٿر وانگر خاموش ويٺل شيخ عباس ڏي منهن ڪري چيائين، "هي نوجوان، جنهن کي ڏوهارين وانگر ٽوڙهن ۾ قابو ڪري، تو پڪڙ پڇاڙ ڪرڻ واسطي هتي گهرايو هو، تنهن اسان جون دليون روشن ڪري ڇڏيون آهن ۽ اسان جا ذهن سجاڳ ڪيا آهن، ۽ هيءَ رنڙ زال، جنهن کي تون ڪوڙو ڪوڙين ٿو، اسان کي اهڙو ڳجهه ٻڌايو آهي جو پنجن سالن کان اسان کان اوجهل هو. اسين ڊوڙندا هتي آيا هئاسون ته هڪ ڏوهاريءَ کي سزا ملندي ڏسنداسون، پر هاڻي ڄاڻ پئي اٿئون ته اصل ۾ ٻاپي ۽ بنيادي مجرم تون آهين ۽ اسان پڪو پهه ڪيو آهي ته سزا توکي ئي ڏني ويندي."

پوءِ سڀ مرد ۽ ضائفون، خليل کي گهيرو ڪري ويون. ڪڙي چيو، "اسان کي امير امين شهابي وٽ هلي، شيخ عباس جي پرڪارن جي شڪايت ڪرڻ گهرجي."

ٻئي پڪاريو، "اسان کي امير امين شهابيءَ کي درخواست ڪرڻ کپي ته شيخ عباس جو جانشين مقرر ڪري."

ٽئين پنهنجو رايو ظاهر ڪيو، "وڏي پادري وٽ هلي، اسان کي پادري الياس جو پول کولڻ کپي ته ڪهڙي طرح هو شيخ عباس جي گناهن ۾ هن سان شريڪ پئي رهيو آهي."

ڪنهن ٻئي چيو، "اسان اهو ئي ڪنداسين جو خليل اسان کي چوندو؛ هو ڏاهو آهي، اسان مان آهي ۽ اسان جي ضرورتن کي سمجهي ٿو."

اهي آواز، اهي ڳالهيون، متر ڪا بڻجي، شيخ عباس جي سيني تي تي لڳيون. هو سسندو، سڪڙندو ۽ مرجهائيندو ٿي ويو.

خليل هٿ مٺي ڪري مڙني کي ماٺ ڪرائي چيو، "مان توهان کي صلاح ڏيندس ته امير امين شهابي گورنر وٽ نه وڃو، ڇو ته هو انصاف نه ڪندو. مان توهان کي اهو به مشورو ڏيندس ته پادري الياس خلاف، وڏي پادريءَ وٽ شڪايت ڪٿي نه وڃو. مان توهان کي اهو به ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته مون کي هن ڳوٺ جو حاڪم بڻجڻ جي خواهش ڪانه آهي ۽ نه حاڪم بڻجندس. مان فقط ايترو ٿو چاهيان ته مون کي هن ڳوٺ ۾ رهڻ جي موڪل ڏني وڃي. مان توهان سان پائرن جهڙو پاءُ ٿي رهڻ ٿو چاهيان. مان توهان جي وچ ۾ رهڻ ٿو چاهيان. مان توهان سان گڏ پورهئي جي راحت حاصل ڪرڻ جو آسائتو آهيان. شيخ کي معاف ٿا ڪريو يا هن کي ڪيتو لوڙايو، اهو توهان سيني تي ڇڏيل آهي. باقي هي ضروري آهي ته آئيندي جي هن کي هتي گذارڻو آهي ته پوءِ اسان سان گڏ، اسان جهڙو پورهيت ٿي گذاري."

خليل، شيخ عباس جي جاءِ مان ٻاهر نڪتو. سڀ ماڻهو هن جي پٺيان نڪتا. شيخ عباس اڪيلو رهجي ويو، جيئن صحرا ۾ اڪيلو سڪل وڻ. جڏهن هي جلوس ديول جي ويجهو پهتو ته آسمان ۾ چنڊ اڀري رهيو هو ۽ پنهنجا شعاع چوڌاري پکيڙي رهيو هو. خليل مڙي، ميڙ کي ڏٺو. مرد ۽ عورتون هن ڏي ائين نهاري رهيون هيون، جيئن ٻڪرين جو ڌڻ، ڌنار ڏي نهاريندو آهي. هن جي روح کي جهٻو آيو. هنن مسڪين ڳوٺاڻن جي چهرن تي اونداهين صدين جي مصيبتن جا پاڇا چٽا بيٺا هئا. سامهون هنن جون خسيس ۽ برف

ڍڪيل جهوپڙيون هن جي ذلت ۽ بيوسيءَ جو ڪليل ثبوت هيون. هو اتي هڪ پيغمبر وانگر بيهي رهيو. هن جا ڪن گذريل نسلن جون پڪارون ٻڌڻ لڳا. هن جي چهري جو رنگ ڦري ويو ۽ هن جون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي ويون. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هو مشرق جي انهن مڙني قومن کي ڏسي رهيو آهي جن هن ماڻهن ۾ غلامي جي زنجيرن ۾ زهر ڀريون زندگيون ڪاٽيون آهن. پوءِ هن دعا گهرڻ جي انداز ۾، پر هٿن کڻڻ کان سواءِ، پڪارڻ شروع ڪيو:

"اي آزادي! اسين ڏل جي گهراين ۽ سرير جي پورين طاقت سان توڏي وڌون ٿا. اسان هن تاريڪ ماحول مان نڪرڻ جو پڪو پهه پچايو آهي. اسان جي جسم جا ڪپڙا اسان جي وڏن جي رت ۾ رنگيل آهن. پر اسين پنهنجن ٻارن جا ڪپڙا پنهنجي وات سان ڳاڙها نہ ڪنداسين. اسان جو شعور اسان جي وڏن جي قبرن ۾ پوريل هو. پر هاڻي اهو اسان ڪوٺي ڪڍيو آهي... ... اي آزادي! هاڻي اسين رڳو زباني فرياد ۽ شڪايتون نہ ڪنداسين، پر پنهنجي پوري شعور ۽ ڀرپور قوتن سان اٿنداسين ۽ نيل درياءَ تائين، الجزائر کان لبنان تائين، خليج فارس کان صحرا تائين باغي انسانن جون تو لاءِ پڪارون هونديون. ... ... اي آزادي! پنهنجين اونداهين جهوپڙين ۾ بيوس ٿي ۽ رضا تي راضي رهڻ سان ڪونہ آئينءَ. اسان توکي جاگيردارن جي اسڪولن ۽ مدرسن ۾ ڳوليو، پر تون ڪونہ ملينءَ. ديولن ۽ عبادتگاهن ۾ بہ تنهنجو سراغ ڪونہ مليو. عدالت خانن قانون گاهن ۾ بہ تون گم هئينءَ. تجارتگاهن ۾ اسان توکي سرمائيدارن هٿان مغربي سامراجين وٽ وڪامندي ڏٺو... ... اي آزادي! هاري، پنهنجي روح جي پوري سچائي ۽ جسم جي ڀرپور

محنت سان پورهيو ڪيو، پر پوءِ به هن طبقاتي سرشتي ۾ توکي نه پاتائين. ان ڪري نئين نظريي سان نئين راهه ڪان تو ڏي وڌون ٿا. هاڻي اسان هڪڙي قيدخاني مان ٻئي قيدخاني ۾ نه ڦاسنداسين. هاڻي اسين شعور وارا ٿي ويا آهيون، اسين سجاڳ ٿي ويا آهيون، اسين پاڻ سنئون سڌو تو ڏي وڌون ٿا. اسان کي ڪنهن ٻئي طبقي، ڪنهن ٻي طاقت جو سهارو وٺڻو نه آهي. اسان ڌارين کان، اسان ٻين طبقن کان غلامي ئي حاصل ڪئي آهي. اسان کي خبر آهي ته تون خيرات ۾ ڪونه ملندي آهين، اسان کي پنهنجي ٻانهن جي سگهه سان توکي حاصل ڪرڻو پوندو... ... اي آزادي! اسان پنهنجي ٻانهن جي سگهه سان ديولون ۽ عبادتگاهه تعمير ڪيا، اسان پنهنجين پٺين تي مٽيءَ جا مڻ ۽ پٿرن جا پهاڙ ڍوئي محل ۽ قلعا جوڙيا، اسان جي جسمن جي ست سان منارا ٺهيا، اسان وڏيون وڏيون اجگر عمارتون وجود ۾ آنديون، پر اسان کي پنهنجي رهڻ واسطي جهوپڙين ۽ غارن کان سواءِ ڪجهه به نصيب نه ٿيو. اسان ٻين لاءِ گدام ۽ خزانا ڀريون ٿا، پر اسان کي بصر ۽ ساڳ کان سواءِ کائڻ لاءِ ڪجهه نه ٿو ملي، اسان ريشم اڻيون ٿا، پر پنهنجي پهرڻ لاءِ کهري ڪاڏي به نه ٿي ملي. اسان ٻين لاءِ رت ۽ ست پئي ڏنو آهي، پر هاڻي توکي پنهنجو پاڻ لاءِ حاصل ڪرڻ واسطي ست ۽ رت ڏينداسين، اي آزادي!"

خليل ڳالهائي رهيو هو ۽ هارين جون اکيون هن ۾ کتل هيون. هو هن جي آواز جي نغمي کان متاثر ٿي رهيا هئا ۽ هن جو ذهن هن جي ڳالهين کي توري تکي رهيو هو. هنن ۾ سوچ جا نوان گونج ڦٽي رهيا هئا. هن پنهنجي پرارٿنا پوري ڪري، پنهنجي چوگرد نهاريو. هن کي روشني ئي روشني نظر آئي، ماحول ۾ به ۽ ماڻهن جي

ڇهرن تي ٻه. تنهن تي هن چيو، "ڏسجي ٿو ته اسان شيخ عباس جي گهر روشني حاصل ڪرڻ خاطر گڏ ٿيا هئاسين، ۽ اسان اڄ رات سرديءَ جي پيڙا ان لاءِ سٺي ته سچ جو نظارو ڪريون. هاڻي هلو ۽ هلي پنهنجي پنهنجي ننڊ ۾ آرامي ٿيو!"

ائين چئي، خليل، راحيل ۽ مريم جي پنيان پنيان هن جي گهر ڏي روانو ٿيو. ميڙ ڇڙوڇڙ ٿي ويو ۽ سيڪو پنهنجي پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ پهتو. هر شخص جو ڪجهه ڏٺو هو ۽ جو ڪجهه ٻڌو هو ان تي سوچي رهيو هو. هو پنهنجي اندر ۾ نئين جيون محسوس ڪري رهيو هو... ڪلاڪ ڪن کان پوءِ سيني جهوپڙين جا ڏيئا وسامي ويا. ڳوٺ ۾ هر طرف ٿاپر ۽ ماٺ ڇانئجي وئي. هاري گهري ننڊ ۾ خوشنما خواب ڏسڻ لڳا. پر شيخ عباس واسطي رات پهاڙ بڻجي وئي ۽ ننڊ هن سان بغاوت جو جهنڊو بلند ڪري ڇڏيو.

ٻه مهينا گذري ويا. خليل ڳوٺاڻن ۾ ذهني ۽ نظرياتي سجاڳي آڻيندو رهيو ۽ هنن جو قومي ۽ طبقاتي شعور ڇنڊو ڪندو رهيو. هو ن جي سامهون لالچي ۽ پادرين جي حياتيءَ جو نقشو چٽيندو رهيو ۽ هنن کي حاڪمن جي پرماريت جو احساس ڏياريندو رهيو. ڳوٺاڻا هن جون ڳالهيون ٻڌي فرحت محسوس ڪندا هئا ۽ ڏاڍي شوق ۽ دلچسپيءَ سان کيتيءَ جو ڪم ڪندا هئا. شيخ عباس کي ڪو اهڙو روڳ لڳي ويو هو جڻ ته ڪل ٽڙي وئي اٿس. هو پنهنجي جاءِ ۾ ائين ڦيرا پائيندو رهندو هو جيئن پڃري اندر چيتو. هو رڙيون ڪري پنهنجن ماڻهن ۽ نوڪرن کي سڏ ڪندو هو، پر هنن کي ڪو ڌ ٻه ڪونه ڪندو هو. سڀ هن کي ڇڏي ويا هئا. فقط زال وڃي گهر ۾ رهي هيس. هارين هن کي بٽئي ڏيڻ کان ته انڪار

ڪري ڇڏيو هو، پر حويليءَ تي اچي هن جي سلامي ڀرڻ به ڇڏي ڏني هئي. پوءِ هو جلد ئي مري ويو. هن جي موت جي ڪارڻ بابت جدا جدا چميگيون ٿيڻ لڳيون. ڪن ٿي چيو ته دماغ جي خرابي ٿيڻ ڪري پاڳل ٿي مئو. ڪن چيو ٿي ته مايوسين ڪان تنگ ٿي زهر کائي آپ گهات ڪيائين. ٻين جو چوڻ هو ته صدمي ڪري مئو آهي.

پادري الياس ڪي ماٺهن نذرانا ڏيڻ بند ڪري ڇڏيا هئا. هن ديول ڪان ٻاهر نڪرڻ بند ڪري ڇڏيو هو، ڇو ته جڏهن به هو گهٽين ۾ نظر ايندو هو ته ڳوٺاٺا هن تي حملو ڪندا هئا. ان ڪري هو لڪي ڇپي، اها ديول ۽ اهو ڳوٺ ڇڏي، الائي ڪيڏانهن ڀڄي ويو.

بهار جي رُت آئي ته ڳوٺاٺن، خليل ۽ مريم جي پيار جي پڌرائي ٿئي ۽ پوءِ جلد ئي هن جوڙي جي شادي ٿي. ڳوٺاٺن لاءِ ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪا خوشخبري ڪانه هئي. خوشيءَ ڪان هو ٽهڪڻ، مرڪڻ، ڳائڻ ۽ نچڻ لڳا. خوشيءَ جو هڪڙو سبب اهو به هو ته هاڻي هن ڪي خاطري ٿي ته خليل سندن درميان هن وسنديءَ ۾ رهندو. هو هن جو پورهئي ۾ پيارو ساٿي، همدرد پاڙيسريءَ ۽ جيون جي مسئلن ۾ ڏاهو اڳواڻ هو. هو هن وانگر محنتي هاريءَ سڃاڻ ڏنارهو.

لاٻارو لهندو هو ته هاري پنهنجي ٻنيءَ جو سارو ان پاڻ کڻي ويندا هئا ۽ پنهنجا تازو ٺهرايل گدام ۽ گنديون ڀريندا هئا. هاڻي ٻٽئي ڪرڻ وارو شيخ ڪونه رهيو هو. خليل هن ڪي محنت ۽ مزوري ڪرڻ ۽ جيون جون خوشيون ۽ شادمانا رچائڻ جو سبق ڏيندو هو. هو ٻاڻ ۾ ۽ ٻين ۾ ڪو فرق نه رکندو هو ۽ ٻين تي هارين ڪي

ڪيڙي ڪرڻ. لابارو وجهڻ ۽ واڱر ڪرڻ وقت گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ همٿائيندو هو ۽ پاڻ به ٻين جي ٻنين تي گڏيل ڪم ۾ حصو وٺندو هو.

ان زماني کان وٺي اڄ تائين هن ڳوٺ جو هر هاري وڏي خوشيءَ سان کيتي ٻاڙي ڪندو آهي ۽ پوري شوق سان باغن ۾ ميوو سنڀاليندو آهي. سڀ ڪجهه سندن هوندو آهي. زمين جو مالڪ اهو ئي آهي جو کيڙي ٿو، ۽ انگور ان جو آهي جو پوکي ٿو ۽ ان جي پرورش ڪري ٿو.

خليل جي هن ڳوٺ ۾ اچڻ کي پنجاهه سال گذري ويا آهن. ان وقت کان وٺي هن ڳوٺ ۾ نه ڪو شيخ (زميندار) آهي ۽ نه ڪو پادري. ماٿهو ٻري ٻري کان هن ڳوٺ جي سرسبزي ۽ آبادي، ۽ هن ڳوٺ وارن جي خوشحالي ڏسڻ ايندا آهن.



# قاتل ڪنوار

گهوٽ ۽ ڪنوار ديول مان نڪتا. پنيان پنيان خوشيون ملهائيندڙ ڇاڄي هئا ۽ اڳيان اڳيان ڏياٽيون ۽ دسوس. جوڙاري نوجوان نينگر ۽ نينگريون سازن تي ڏنون وڄائي رهيا هئا ۽ راڳ ڳائي رهيا هئا.

جڏهن گهوٽ جي گهر پهتي، جو قيمتي غاليچن ۽ رنگارنگي سامان سان سينگاريل ۽ خوشبوئن سان د ـ مو. گهوٽ ۽ ڪنوار اوچي تخت تي ٿي ويٺا ۽ مهمان ريشمي ڪوچن ۽ بخملي ڪرسين تي. سڄو ڪشادو صفو ماڻهن سان ٽمٽار ٿي ويو.

نوڪر مڌ جون بوتلون کڻي آيا ۽ دور هلڻ لڳو. گلاسن ۽ بوتلن جي ٽڪرجڻ سان وڻندڙ جهنڪار پيدا ٿيڻ لڳي. اتي ئي ڳائڻيون اچي ويون ۽ پنهنجي ماکيءَ ڀريئي آواز سان حاضرين جي سيني مان سرور ڀريا سيسرات ڪڍڻ لڳيون. سُرندي جي سُرن هن جي سرور ۾ واڌارو ڪري ڇڏيو ۽ طبلي جي ٿاپ تي هن جي وات مان واهه واهه ٿي نڪتي. ان کان پوءِ ناچڻيون اٿيون ۽ پنهنجي ناچ ۽ نغمي سان محفل وارن کي مست بڻائڻ لڳيون. هن جا لچڪيدار جسم ائين ٿڙڪي رهيا هئا، جيئن پريات جي هير ماڪ ڦوتل گلن کي لوڏيندي آهي. هن جا شفاف لباس ائين اڏامي رهيا هئا جيئن اڇا ڪڪر چنڊ جي ڪرڻن سان کيڏندا آهن. اکيون هن کي گهوري

رهيون هيون. پيشانيون هن کي سجدا ڪري رهيون هيون. نوجوانن جا روح هن سان ملي هڪ ٿي ٿي ويا ۽ پوڙها هن جي سونهن ۽ سوڀيا مان لطف ماڻي رهيا هئا.

شراب جي شغل ۾ واڌارو اچي ويو. مهمان پنهنجيون تمنائون نسي ۾ پوڙڻ لڳا. شور وڌي ويو. آواز بلند ٿي ويا. دليون بيتاب ٿيڻ لڳيون. ذهن تي زنگ چڙهڻ لڳو ۽ دماغ جواب ڏيڻ لڳا. هي گهر پاڳل خانو بنجي ويو... هيڏانهن هڪ پيرو پنهنجي محويائيءَ جي محبت ۾ تمتار ويٺو آهي، هوڏانهن هڪ نوجوان حسن ۽ عشق جو داستان بيان ڪري رهيو آهي. هڪ پاسي هڪڙو ڪراڙو مڌ جو پيالي تي پيالو چاڙهي، ڳائڻين کي اهو غزل ڳائڻ جي فرمائش ڪري رهيو آهي، جنهن سان هن جي جواني جي ڏينهن جي ياد تازي ٿئي. ٻئي پاسي هڪ عورت ويٺي پنهنجي ان چاهڻ واري سان ماڻا ڪري رهي آهي، جو هن کي پيار ڀري نظر سان گهوري رهيو آهي. هن ڪنڌ ۾ هڪ مائي آهي، جنهن جا وار اڇا ٿي ويا آهن. هوءَ مهمان ڇوڪرين مان پنهنجي پٽ واسطي ڪنوار تلاش ڪري رهي آهي. دريءَ وٽ هڪ پرٽيل ضائفان ويٺي آهي، جنهن جو مڙس نشي ۾ ڌت آهي ۽ هن کي پنهنجي يار سان ڪچهري ڪرڻ جو موقعو ملي ويو آهي... اهڙي ريت سڀ مڌ ۽ غزل جي سمنڊ ۾ ٻڏل آهن ۽ مدهوشيءَ ۾ ماحول کان غافل ٿيندا وڃن.

اهو سلسلو جاري هو ۽ خوبصورت ڪنوار هن ڏيک کي پنهنجين وڏين اکين سان ائين ڏسي رهي هئي، جيئن مايوس قيدي، قيدخاني جي ڪارين پٿين کي ڏسندو آهي. هن جون نگاهون گهڙيءَ گهڙيءَ ان طرف ٿي کڄي ويون، جتي ويهن سالن جو هڪ نوجوان، موجون ماڻيندڙ ميڙ کان ائين الڳ ٿلڳ ويٺو هو، جيئن

زخمي ٻکي پنهنجي ولر کان وڇڙي ويندو آهي. ان ڳيروءَ پنهنجي ڇاتيءَ تي هٿ اهڙو سوگهو رکيو هو ڄڻ پنهنجي دل کي ٻاهر نڪرڻ کان روڪڻ ٿي چاهيائين. هن صفي جي وايومنڊل ۾ ڪا دلچسپي ڪانه ٿي ڏيکاري ۽ هر ڳالهه کي اڻ وڻندڙ نگاهن سان ڏسي رهيو هو. ائين پئي محسوس ٿيو ڄڻ هن جو روح هن جي جسم کان نڪري، وشال اونداهين ۾ ڀٽڪي رهيو آهي.

اڌ رات لڙي وئي. جشن پوري جوڀن ۾ هو. جن شراب تمام گهڻو پيتو هو، ۽ انهن ۾ گهوٽ به شامل هو. سي ٽڪ، نشي ۽ ننڊ جي ڪري گهيرٽن ۾ هئا. گهوٽ تيز ڪائيندو، مهمانن ۽ دوستن جي وچ ۾ هلندو رهيو ۽ ڪچهري ڪري ٽهڪ ڏيندو رهيو. ان وقت ڪنوار، اشاري سان پنهنجي رازدار سهيلي سوسن کي سڏيو. هيڏانهن هوڏانهن نهاري جهيڻي آواز ۾ هن کي چيائين، "توکي ته خبر آهي ته مان سليم واسطي ڪهڙا جذبا رکان ٿي. هو هتي محفل ۾ موجود آهي ۽ هوڏانهن پريان الڳ ٿلڳ ويڳاڻو ٿيو ويٺو آهي. هن وٽ وڃ ۽ چئينس ته ٻاهر باغ ۾ ڏائي پاسي واري زيتون جي وڻ وٽ وڃي منهنجو انتظار ڪري. جي انڪار ڪري ته منهنجي پاران منٿ ڪري ميڃائجانس، مان هن سان ضرور ملڻ چاهيان ٿي. هن کي محبت جو واسطو ڏي ۽ ٻڌائينس ته مان تو لاءِ روئي روئي اکين جي روشني وڃائڻ واري آهيان ۽ اونداهين ۾ سمائجڻ کان اڳ تنهنجي اڏو دل کولڻ ٿي چاهيان. هن کي چؤ ته مان ڏوهارڻ آهيان ۽ تنهنجي آڏو پنهنجو ڏوهه باسڻ ٿي چاهيان. جلدي ڪر منهنجي ڀيڻ، ۽ هتي سوئرن کان نه ڊڄ. هي سڀ شراب جي نشي ۾ چور آهن، هنن جا ڪن ۽ اکيون بند ٿي چڪيون آهن."

سوسن، ڪنوار وٽان اٿي وڃي سليم وٽ ويٺي ۽ هوريان

هوريان ۾ مٺڙي ۽ منٿ ميڙ واري لهجي ۾ ڪنوار جو نياڻو هن کي پهچايائين. سليم ٿوري دير سانت ٿي ويو. هن جي منهن تي ڪڙا رنگ اچڻ ۽ ٻيا وڃڻ لڳا. پوءِ چيائين، "چڱو مان زيتون جي وڻ وٽ وڃي تو انتظار ڪريان."

هو پنهنجي جڳهه تان اٿيو ۽ باغ طرف هليو ويو. ٿوري دير ۾ ڪنوار ٻه مهمانن جي نظرن ڪان بچندي اونده جي ڏک ۾ پهچي وئي. هوءِ پاڻ کي ان هرڻيءَ وانگر محسوس ڪري رهي هئي، جا ٻگهڙن جي وچ مان بچي نڪتي هجي. هوءَ اتي پهچي وئي جتي نوجوان سندس لاءِ ترسيو بيٺو هو. هوءَ هن سان چنبڙي وئي ۽ پنهنجن ڳوڙهن سان هن جي قميص آلي ڪري ڇڏيائين. پوءِ ٻيڙا ڀرئي آواز ۾ چوڻ شروع ڪيائين، "جاني، مان پنهنجي جلد بازي ۽ ٻهرائيءَ تي پشيمان آهيان. اڄوڪي رات تنهنجي حالت ڏسي مون کي احساس ٿيو آهي ته مون غلطي ڪئي آهي. ماڻهن ۽ خاص ڪري منهنجي هن ٿيندڙ مڙس مون کي غلط ٻڌايو هو. مان توسان پيار ڪريان ٿي ۽ آخري دم تائين توکي پيار ڪندي رهنديس. ماڻهن مون کي ٻڌايو ته تو مون کي نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي ۽ تون ڪنهن ٻيءَ ڇوڪريءَ سان محبت ڪرڻ لڳو آهين. مان رقابت جي آگ ۾ جلڻ لڳيس. انهيءَ ڪيفيت دوران منهنجي هن ٿيندڙ دولتمند مڙس چار پڪيڙيو ۽ مان پنهنجو پاڻ کي ان ۾ ڦاسائڻ لاءِ تيار ٿي ويس. پر سليم جاني! منهنجو مڙس ته تون آهين. ٻيو ڪير به منهنجو مڙس ٿي نٿو سگهي. هينئر منهنجي اکين تان پردو هٽي ويو آهي ۽ مان تو وٽ آئي آهيان. تون مون کي پاڪر ڇو نه ٿو پائين. تون مون کي پيار ڇو نه ٿو ڪرين، تون مون کي ڇُهين ڇو نه ٿو؟ دنيا جي ڪابه طاقت مون کي ان شخص جي آغوش ۾ ڏئي نه ٿي

ڇُهين

سگهي، جنهن جي قبضي ۾ دوکي سان ۽ زوريءَ ڏنو ويو آهي. مان اهڙي مڙس کي، پادريءَ جي منهنجي ڳچيءَ ۾ وڌل نڪاح جي گلن جي هار کي، مان انهن ڌرمي رسمن کي ۽ پين سيني شين کي، جي شرابين سان پريل ان محل ۾ مون لاءِ موجود آهن، تن کي لت هڻي تو وٽ آئي آهيان، انهيءَ لاءِ ته تو سان ڪنهن دور دراز هنڌ هلي وڃان. دنيا جي ڪنهن به حصي ڏانهن هليا هلون، جانورن ۽ مرن جو جهنگ هجي، برپٽ ۽ بيابان هجي، پٿريلا پهاڙ هجن، پلي خود موت جو وات هجي، پر هتان هليا هلون. هل سليم! جلدي ڪر ته رات جي اونده جي ڍڪ ۾ هن گهر مان نڪري هلون. سمنڊ جي ڪناري پهچي، جهاز ۾ چڙهي، پري تمام پري گم ٿي وڃون. اڄ، صبح ٿيڻ کان اڳ ئي دشمن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريون. هي ڏس مون وٽ سونا زيور آهن: چوڙيون، هار، ايرنگ ۽ هيرن جواهرن واريون منڊيون. انهن جي قيمت ايتري آهي جو ڪو وقت ته اسين ٻئي اميرن وانگر رهي سگهون ٿا... تون ڳالهائين ڇو نه ٿو؟ منهنجي طرف ڏسين ڇو نه ٿو؟ مون کي پيار ڇو نه ٿو ڪرين؟ ڇا تون منهنجي پيار جون پڪارون ڪونه ٿو ٻڌين؟ ڇا توکي ڀروسو نه ٿو ٿئي ته مان پنهنجي گهوٽ ۽ پيءُ ماءُ جو گهر ڇڏي، ڪنوار جي پوشاڪ ۾ تو سان ڀڄي هلڻ لاءِ هتي آئي آهيان؟... ڳالهاءِ، ڳالهاءِ هي پل دنيا جي مڙني هيرن جواهرن کان وڌيڪ ملهائتو آهي."

ڪنوار ڳالهائي رهي هئي ۽ هن جي آواز ۾ اهڙو نغمو لڪل هو، جو جيون جي سرهاڻ کان سرس هو، موت جي فرياد کان زياده دردناڪ، لهرن جي اٿل کان وڌيڪ اونهون هو. هي نغمو هن جي نبض کي اميد ۽ مايوسي، خوشي ۽ ڏک، فرحت ۽ غم جي وچ ۾ جنبش ۾ آڻي رهيو هو.

نوجوان هي ڳالهيون ٻڌي رهيو هو ۽ هن جي اندر ۾ محبت ۽ شرافت جي درميان يُڌ جاري هئي. اها محبت جا ڏکيائين کي آسان بنائي ڇڏيندي آهي ۽ اها شرافت جا انسان جي سامهون اچي، هن جي ارادن ۽ خواهشن کي روڪيندي آهي. اها محبت، جا دل ۾ ايرندي آهي، اها شرافت، جا سماجي پابندين سان واسطو رکندي آهي. ٿوري دير ماٺ ۾ سوچڻ کان پوءِ فيصلو ڪري ورتائين. منتظر ۽ هراسيل ڇوڪريءَ ڏي نهاري چيائين، "تون پنهنجي مڙس جي آغوش ۾ موٽي وڃ. قدرت کي ائين ئي منظور هو. وچڻ ۾ دير نه ڪر. متان رقيب توکي ڏسي وٺن ۽ توتي الزام هڻن ته ڪنوار جي ويس ۾ تو گهوٽ سان خيانت ڪئي، جهڙي طرح جدائي جي حالت ۾ تو پنهنجي محبوب سان بي وفائي ڪئي."

اهي لفظ ٻڌي، ڪنوار ائين پرزا پرزا ٿي وئي، ڄڻ ڪوماڻل گل، هوا جي جهوٽي تي پتي پتي ٿي ڇڻي ويندو آهي. هن درد ڀريل آواز ۾ چيو، "جيستائين مون ۾ حياتيءَ جو ڪڻو به موجود آهي، مان ان گهر ۾ هاڻي واپس نه وينديس. مان ان گهر کي سدائين لاءِ ڇڏي آئي آهيان، جيئن قيدي، قيدخاني کي ڇڏي ايندو آهي. مون کي پاڻ کان پري نه ڪر. محبت منهنجي روح کي تنهنجي روح سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. اهو ڳانڍاپو، پادريءَ جي نڪاح جي انهن ٻن ٻولن کان وڌيڪ سگهارو آهي جن منهنجي سرير کي گهوٽ جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. ح. مون کي اهڙي ڳرانڍي پاءِ، جو دنيا جي ڪابه طاقت اسان کي ڇڏائي نه سگهي. اچ، اسين اهڙي طرح ملي وڃون، جو موت به اسان کي جدا ڪري نه سگهي!"

نوجوان ٿوري دير سان پنهنجو پاڻ هن جي ٻانهن کان ڇڏائي چيو، "هي پري ٿي! مون توکي ڇڏي ڏنو، ڇڏي ڏنو. مون توکان

نفرت ڪئي ۽ ڪنهن ٻيءَ ڇوڪريءَ سان پيار ڪرڻ شروع ڪيو. ماڻهو غلط ڪونہ ٿاچون. اچا وڏيڪ صاف ٿا چوان. مون کي توکان نفرت آهي، مان تنهنجي شڪل کان بيزار آهيان. پنهنجي وات وٺ ۽ وڃي پنهنجي خاوند جي وفادار زال ٿي رهہ!"

ڪنوار واڪو ڪري وراڻيو، "نہ. نہ! مان تنهنجي انهن ڳالهين تي اعتبار نہ ٿي ڪريان. تون مون سان پيار ڪندو هئين. مون تنهنجي اکين ۾ پيار جا انبار ڏٺا هئا. مان جڏهن بہ تنهنجي بدن کي ڇُهندي هئس، ڇڻ پيار کي ڇهندي هئس. جيئن مان توکي محبت ڪريان ٿي، تون بہ مون کي محبت ڪرين ٿو، محبت ڪرين ٿو، محبت ڪرين ٿو!... ... مان توکان سواءِ هتان نہ هٽندس. مان ان گهر ۾ هرگز نہ ويندس، ۽ منهنجو اهو ارادو اٽل آهي. مان تو وٽ ان واسطي آئي آهيان تہ ڪنهن ٻئي پاسي هليا هلون. ان ڪري يا منهنجي اڳيان هل، يا مون کي هتي قتل ڪري ڇڏ!"

نوجوان اڳئين کان بلند آواز ۾ چيو، "مان چوان ٿو مون کي ڇڏي ڏي، ورنہ رڙيون ڪري مان انهن مهمانن کي هتي گڏ ڪري ڇڏيندس، جي تنهنجي شاديءَ جو جشن ملهائڻ آيا آهن. پوءِ ڇا ٿيندو؟ هو تنهنجي هيءَ ذليل حرڪت اچي ڏسندا ۽ تون بدناميءَ جي دائمي غار ۾ غرق ٿي وينديئن، ۽ ان ڳالهہ جو بہ تصور ڪر تہ ان وقت تنهنجي ڪهڙي حالت ٿيندي جڏهن اها ڇوڪري تنهنجي سامهون اچي بيهندي ۽ تنهنجي هار ۽ پنهنجي سوٽ تي ٺٺوليءَ وچان مرڪندي!"

ائين چئي، پنهنجو پاڻ ڇڏائڻ خاطر جوان هن جي ٻانهن ۾ هٿ وڌا. ڪنوار جو چهرو ڪارائجي ويو. هن جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون. هن جي پيار ۽ بيزاريءَ، غضب ۽ سنگدليءَ جو روپ ور •

۽ هن رڙ ڪري چيو، ”اها ڪير ٿيندي آهي جا مون کان تنهنجو پيار حاصل ڪري؟ منهنجي دل کان سواءِ ڪهڙي دل تنهنجي لبن تائين پهچي سگهي ٿي؟“

اهي لفظ چئي، پنهنجي ڪپڙن مان هڪ خنجر ڪڍيائين، ۽ ڪنوڻ جي رفتار سان، سليم جي ڇاتيءَ ۾ ٽنبي ڪڍيائين. هو پٽ تي اٿين ڪري پيو، جيئن طوفان ۾ وڻ جي ٽنل ٽاري. ڪنوار هن جي پاسي ۾ بيٺي رهي. خنجر مان رت ٽِمي رهيو هو. سليم اکيون کوليون، جن تي موت جو پاڇو ڇانئجي رهيو هو. هن جي چپن ۾ چرپر ٿي ۽ جهيڻي آواز ۾ هي لفظ نڪتا. ”منڙي! هاڻي منهنجي ويجهو اچ. منهنجي مومل اچان منهنجي ويجهو اچ ۽ مون کي ڇڏي نہ وڃ. زندگي موت کان ڪمزور آهي ۽ موت محبت کان ڪمزور. ٻڌ! ڇاتين جا ٺهڪ ٻڌ. منهنجي منڙي! گلاسن جي جهنڪار ٻڌ! مومل! تو مون کي انهن ٺهڪن ۽ ان جهنڪار جي سنگدليءَ کان ڇوٽڪارو ڏياري ڇڏيو. اچ تہ مان انهن هٿن کي چمان، جن منهنجين زنجيرن کي ٽوڙي ڇڏيو. تون منهنجي انهن چپن کي چم، جن ڪوڙ ڳالهايو ۽ منهنجي دل جو راز ڳجهو رکيو. منهنجيون اکيون پنهنجين انهن آڱرين سان بند ڪر، جي منهنجي رت ۾ رنگيل آهن. جڏهن منهنجو ساهہ نڪري وڃي، تڏهن اهو خنجر پاسي ۾ رکي، انهن ماڻهن کي ٻڌائجانءِ تہ هن شخص مايوسي ۽ حسد ڪري خودڪشي ڪئي آهي. منهنجي منڙي! منهنجي مومل! مان تنهنجو ئي عاشق هوس ۽ توکان سواءِ ٻي ڪنهن سان بہ محبت ڪونہ ڪندو هوس، پر منهنجي شرافت، جنهن کي تون ڪمزوري

۾ ڪوني سگهين ٿي، مون کي اجازت نہ ڏني جو توسان تنهنجي شاديءَ رات ۾ڇي نڪران. منڙي! ماڻهن جي منهنجو لاش ڏسڻ کان اڳ، مون کي چمي ڏي، مون کي چمي ڏي منهنجي مومل!"

هن پنهنجي زخمي دل تي هٿ رکيو، هن جو مٿو ڍرڪي ويو ۽ هن جا پساهہ پورا ٿي ويا.

ڪنوار پنهنجو ڪنڌ ڪجهہ مٿي ڪري، گهر طرف نظر ڊوڙائي ۽ رڙيون ڪرڻ لڳي، "اچو اچو، اچي ڏسو! هي گهوٽ آهي ۽ هيءَ ڪنوار آهي. ڊوڙندا اچو. جو سمهي پيو آهي تنهن کي جاڳايو، جو نشي ۾ آهي تنهن کي هوش ۾ آڻيو. اچو تہ توهان کي حياتي، موت ۽ محبت جا راز ڏيکاريان!"

ڪنوار جا واڪا گهر جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ پهچي ويا ۽ محفل ۾ مست ماڻهن جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳا. هنن ڇرڪ ڀريو ۽ وري ڀڪ ڪرڻ واسطي ڪن ڪڙا ڪيائون. پوءِ گهر جي درن مان ٻاهر نڪتا ۽ تڪڙو تڪڙو آواز طرف ڀڄڻ لڳا. هو هيڏانهن هوڏانهن ڳولائو نگاهن سان نهارڻ لڳا. جيئن ئي هنن جون نظرون لاش ۽ ڪنوار تي پيون تہ هو ڊپ کان پوئتي ڊوڙيا. اهو خوني ڏيک ڏسڻ جي هنن کي همت نہ ٿي، جتي قتل ٿيل جي سيني مان رت وهي رهيو هو ۽ ڪنوار جي هٿ ۾ خنجر چمڪي رهيو هو. هر ڪنهن جون زبانون بند ٿي ويون ۽ ساهہ رڪجي ويو.

ڪنوار هنن ڏي نهاريو. هن جو منهن غمگين ۽ هيبت سان ڀريل هو. هن واڪو ڪري چيو، "هو اي بزدلو! موت جي خيال کان نہ ڊڄو. ڏکو نہ ۽ نڪي هن خنجر کان خوف کائو. هي

مقدس هٿيار آهي ۽ توهان جي پليت جسمن ۽ اونداهين چاتين کي جهي نہ ٿو سگهي. هن نوجوان کي، جو شاديءَ جي لباس ۾ آهي، هي منهنجو محبوب آهي ۽ مون هن کي قتل ڪيو آهي. جو تہ هو منهنجو محبوب آهي. هو گهوٽ آهي ۽ مان هن جي ڪنوار آهيان. اسين راهہ تلاش ڪندا هئاسون، پر ناڪام ٿياسون، چو تہ توهان جي جهالت ۽ پابندين اسان جي حياتيءَ جون راهون اونداهيون ڪري ڇڏيون هيون. اچو اي ڏجڻا! اچي اسان جي چهرن تي پيار جو سوجهرو ڏسو. غور سان ٻڌو تہ توهان جي ڪنن تائين اسان جي دلين جو فرياد پهچي. ڪٿي آهي اها خبيث ۽ ساڙيلي ڇوڪري، جنهن منهنجي محبوب جي باري ۾ چيو هو تہ سندس محبت ۾ مبتلا آهي ۽ مون کي ڇڏي چڪو آهي، مون کي وساري چڪو آهي؟ جڏهن پادريءَ نڪاح وقت منهنجو هٿ مٿي ڪنيو هو. تڏهن ان بدڪار ڇوڪريءَ کي پنهنجي ڪاميابيءَ جي پڪ ٿي هوندي... ... پر اها نانگڻ ڪٿي آهي؟ مان هن کي ڪوٺ تي ڏيان تہ ويجهو اچي ڏسي تہ مون ڪيئن نہ توهان کي هٿي پنهنجي محبوب جي شاديءَ جي خوشي ملهائڻ خاطر گڏ ڪيو آهي. منهنجي محبوب جي شادي، ان شخص جي شادي نہ آهي، جو منهنجو خاوند بنجڻ لاءِ ويٺو آهي... ... توهان منهنجي ڳالهہ نہ ٿا سمجهو پر توهان پنهنجي اولاد کي ٻڌائيندؤ تہ هڪ عورت پنهنجي محبوب کي پنهنجي شاديءَ رات قتل ڪيو هو. توهان منهنجي ڳالهہ ڪندؤ ۽ پنهنجي گنهگار ضمير سان مون تي لعنت ملامت ڪندؤ. پر توهان جو اولاد مون کي واڌايون ڏيندو.

”۽ اي دوکيباز شخص! تو مڪاري ۽ دوکي سان، مال ۽ دولت سان، مون کي پنهنجي زال بنائڻ چاهيو. تون ان طبقي جو

ماٿهو آهين جو اوندهه ۾ سوجهري جي تلاش ڪندو آهي ۽ پٽر مان پاڻي نڪرڻ جو منتظر هوندو آهي. تون پنهنجي طبقي وارن وانگر محبت جو قاتل آهين. مان توکي معاف نہ ڪنديس... .....“

ائين چئي، ان گهوٽ کي، جو پنهنجي حق ڇمائڻ خاطر ه جي پرسان اچي بيٺو هو، ساڳيو خنجر پوري سگهه سان چڏيائين.

# انصاف جون قبرون

امير، انصاف جي ڪرسيءَ تي اچي ويٺو. هن جي ساڄي ڪابي ملڪ جا ڏاها ويٺا هئا. هنن جي گهنجن پيريل چهرن تي ڪتابن ۽ صحيفن جو عڪس پڌرو پئجي رهيو هو. هنن جي پنيان تلوارون ۽ نيزا کنيو، سپاهي بيٺا هئا. ڏوهارين جي وٺ پڪڙ ڏسڻ واسطي سامهون تماشائي موجود هئا. تماشائين جا ڳاٽ هيٺ هئا. هو نه چرپر ڪري رهيا هئا ۽ نه ڳالهائي رهيا هئا. امير ۽ دربار جو رعب ۽ خوف هنن تي پوري طرح پڌرو هو.

عام ڪچهري پوري ٿي ۽ ڪارروائيءَ جو وقت اچي ويو. امير هٿ مٿي ڪري حڪم ڪيو: "ڏوهارين کي هڪ هڪ ڪري منهنجي آڏو حاضر ڪريو ۽ هنن جي ڏوهن ۽ خطائن کان مون کي آگاهه ڪريو!"

قيدخاني جو دروازو کليو ۽ ان جون ڪاريون ڀتيون نظر اچڻ لڳيون. زنجيرن جي جهڻ جهڻ بلند ٿي ۽ ان سان گڏ قيدين جو ڪنجهڻ ڪرڪڻ ۽ دانهون. تماشائين ۾ هاڻي چرپر پئجي دا ٿي. هو پنهنجا ڪنڌ مٿي کڻي ۽ ڪڙيون اوچيون ڪري، قيدين کي ڏسڻ خاطر، هڪ ٻئي کي آڳ ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا.

ٻه سپاهي هڪڙي نوجوان کي وٺيو قيدخاني مان نڪتا. هن

جي هٿن ۾ هٿڪڙيون جڪڙيل هيون. هن جي منهن ۾ سونهن هو. جنهن مان هن جي بي خوفي ۽ خودداري ظاهر هئي. سپاهين هن کي وچ ۾ اچي بيهاريو ۽ پاڻ ٿورو پوئتي هٽي بيهي رهيا. امير ۾ پل هن کي گهوري ڏٺو ۽ پوءِ پڇيائين، "هي شخص، جو اسان جي سامهون ۾ اوچي ڳاٽ بيٺو آهي، تنهن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟"

امير جي هڪڙي نائب وراڻيو، "ڪالهہ حضور جو هڪڙو لشڪري عملدار ۽ ڪجهہ سپاهي، هڪڙي ڳوٺ ۾ پنهنجي ڊيوٽيءَ تي ويا هئا. هن شخص ان عملدار کي قتل ڪري ڇڏيو. سپاهين هن کي پڪڙي ورتو ۽ هن جي رت ڀريل تلوار پنهنجي قبضي ۾ ڪئي."

امير ڪاوڙ کان ڪنبڻ لڳو. هن جي اکين مان غضب جون چڻنگون نڪرڻ لڳيون ۽ ڪجڪوڙي آواز ۾ فتويٰ ڏنائين، "هن کي ٿلهين ۽ ڳرين زنجيرن ۾ ٻڌو ۽ اونداهي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪريو ۽ سڀاڻي صبح جو سوير سندس ئي تلوار سان هن جو ڪنڌ ڪپي، هن جو لاش شهر کان ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏيو، جيئن سندس ماس ڪتا ۽ ڳجهون کائين ۽ هن جي ڏپ هن جي مائٽن ۽ دوستن تائين پهچي."

نوجوان کي واپس قيدخاني ڏي موٽايو ويو. ماڻهن جون افسوس ڀريل نظرون هن جو پيڇو ڪنديون رهيون. هو اجان ڳڀرو هو، سندر ۽ سگهارو نوجوان هو.

۽ سپاهي هڪڙي عورت کي ساڻ ڪيو قيدخاني مان نڪتا. هيءَ عورت خوبصورت ۽ نازڪ جسم واري هئي. هن جي چهري تي ڏک ۽ غم جي ڇايا هئي ۽ هن جون اکيون جهڪيل هيون ۽ پشيمانيءَ کان ڪنڌ هيٺ هو.

امير هن تي نگاهہ وڌي ۽ سوال ڪيو، "هيءَ عورت، جا اسان

جي آڏو ائين بيٺي آهي، جيئن حقيقت آڏو پاڇو، تنهن ڪهڙو پاپ ڪيو آهي؟"

هڪ سپاهيءَ ورائيو، "هيءَ عورت زاني آهي. رات هن جو مڙس گهر ۾ گهڙيو ته ڏنائين ته هوءَ پنهنجي يار سان بک ۾ هئي. يار ته ڀڄي پيچي ويو، پر مڙس هن کي پوليس جي حوالي ڪيو."

اهو ٻڌي امير غضبناڪ ٿي ويو ۽ واڪو ڪري حڪم ڏنائين، "هن بدڪار عورت کي واپس قيدخاني ۾ وٺي وڃو ۽ هن کي ڪنڊن جي سيج تي سمهاريو، جيئن هن کي اهو بسترو ياد اچي، جو هن پنهنجي گناهه سان ناپاڪ بنائي ڇڏيو ۽ هن کي توهه مليل سرڪو پياريو، جيئن هن کي گهر جو ڪاڙهو ياد اچي، ۽ جڏهن صبح ٿئي تڏهن هن کي اگهاڙو ڪري، شهر جي وچ مان ٻاهر وٺي وڃي هن جو سنگسار ڪريو ۽ هن جو لاش ائين ڇڏي ڏيو ته ٻيلي ٻگهڙ هن جو ماس کائين ۽ ڪيڙا ماڪوڙا هن جا هڏا چٽين!"

عورت کي وري قيدخاني جي اونداهين طرف نيو ويو. ماڻهو هن کي افسوس سان ڏسڻ لڳا. هو امير جي انصاف تي خوش هئا، پر هن کي هن عورت جي جواني، هن جي سونهن سوڀيا ۽ هن جي ڏکويل اکين تي به رحم ٿي آيو.

ٻه سپاهي هڪڙي ايري قيديءَ کي وٺي آيا. هو پنهنجي ڏڪندڙ گوڏن کي گهليندو ٿي هليو. هن ميڙ ڏانهن گهبرايل نگاهن سان ڏٺو. هن جي اکين ۾ نااميدي، تباهي ۽ غربت پڙهيل هئي.

امير هن تي نظر وجهي، جوشيلي انداز ۾ چيو، "هي گندو ماڻهو، جو ائين بيٺو آهي، جيئن جيئرن ۾ مئل، تنهن ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟"

هڪ سپاهيءَ جواب ڏنو، "هي چور آهي. رات جي وقت ديول

۾ ڪِرڙي ويو. پادرين هن کي پڪڙي ورتو ۽ هن جي جهوليءَ مان ديول جا پاڪ ٽانوَ هٿ ڪيائون."

امير هن طرف ائين نهاريو جيئن ٻکيو باز ڦاٿل جهرڪيءَ کي ڏسندو آهي ۽ زور سان فتوي ڏنائين. "هن کي وري قيدخاني جي اونداهين ۾ وٺي وڃو ۽ هن کي ڳلي ۾ رسي ٻڌي ڊگهي وڻ ۾ لڙڪائي ڇڏيو. ۽ ايستائين زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ ٽنگيو رهي، جيستائين هن جون خطا ڪندڙ آڱريون ڳري سڙي وڃن ۽ ان جي بدبوءِ هر پاسي پکڙجي وڃي."

سپاهي چور کي وري قيدخاني ۾ گهلي ويا ۽ ماڻهو سس پس ڪرڻ لڳا ته هن ڌاري ڪافر، مقدس عبادتگاهه مان برتن چوري ڪرڻ جي جرئت ڪيئن ڪئي؟

امير انصاف جي ڪرسيءَ تان اٿيو ۽ ڏاها ۽ دانشور صلاحڪار، هن جي پٺيان هلڻ لڳا. سپاهي ڪجهه اڳيان ٿيا ۽ ڪجهه پٺيان. تماشائي ڇڙوڇڙ ٿي ويا. جڳهه خالي ٿي وئي. البت قيدين جون آهون ۽ دانهون ٻڌجي رهيون هيون.

مان (ليکڪ) اتي ٻيٺو رهيس ۽ ان قلنون تي حيران ٿي رهيو هوس، جو انسان ئي انسان واسطي بنايو آهي. مان ان چيز تي سوچڻ لڳس، جنهن کي "انصاف" چيو ٿو وڃي. هڪ انسان کي ٻئي انسان جو انصاف ڪرڻ جو حق ڪنهن ڏنو آهي؟ ۽ سمجهو ڪٿي ته ماڻهن جي گهڻائي ڪنهن انسان کي اهو حق ڏئي ٿي، تڏهن به "سزا" جو تصور ئي غلط آهي. سزا جو تصور ۽ سزا جو رواج ختم ٿيڻ کپي. هر ڪو ڏوهه، هر ڪو گناهه سماج مان ڦٽندو آهي. سماج ئي ڏوهه يا گناهه پيدا ڪرڻ جو سامان مهيا ڪري ٿو. ان

ڪري سزا سماج کي ملڻ کپي. اهڙو سماج مٽايو وڃي. اهڙي سماج کي پاڙئون بدلايو وڃي... ...

هئي ڏينهن، مان طبيعت ۾ ٺاپر حاصل ڪرڻ واسطي، شهر کان ٻاهر کيتن ۾ نڪري ويس. جنهن وقت مان ماٿريءَ ۾ پهتس، ان وقت ڏٺم ته ڳجهن، سرڻين ۽ ڪانوَن جا ولر اڏامي رهيا هئا ۽ زمين تي لهي رهيا هئا. هنن جي آوازن ۽ هنن جي پرن جي ڦڙ ڦڙ ڪري فضا ۾ لرزش هئي. اڳتي وڌيس ته ڏٺم ته سامهون هڪ لاش وڻ ۾ لڙڪي رهيو هو، هڪ ننگي عورت پٿرن ۽ سروٽن جي ڍير ۾ ڍڪيل هئي ۽ هڪ نوجوان جي مڙهه جو ڌڙ، سسيءَ کان جدا ٿيو پيو هو.

مان ان قتل گاهه وٽ ويهي رهيس. مون کي پنواٽي اچڻ لڳي ۽ منهنجي ذهن ۾ خيالن جو طوفان برپا ٿي ويو... ٽي انسان، جي ڪلهه تائين جيئرا هئا، سي اڄ صبح جو موت جو بک ٿي ويا. انڌي قانون پنهنجي چنبي ۾ نپوڙي هنن کي سنگدليءَ سان تباهه ڪري ڇڏيو... ٽن انسانن کي جهالت، ڏوهاري نهرايو، ڇوته هو ڪمزور هئا. قانون هنن کي قتل ڪري ڇڏيو، ڇوته هو سگهارو هو. هڪ ماڻهوءَ هئي کي قتل ڪيو، نه هن کي قاتل ڪوٺيو ويو، پر جڏهن امير، قاتل کي قتل ڪرايو ته امير کي انصاف ڪندڙ سمجهيو ويو... هڪ عورت، پنهنجي خاوند سان خيانت ڪئي ته هن کي زاني سڏيو ويو، پر جڏهن امير هن کي ننگو ڪري سنگسار ڪرايو ته ان امير کي شريف ڪوٺيو ويو... قتل ڪرڻ حرام آهي، پوءِ امير لاءِ اهو حلال ڪنهن ڪيو آهي؟ عورتن جي خيانت، بدڪرداري آهي، پر خوبصورت جسمن جو سنگسار ڪرڻ ڪو چڱو ڪم

آهي؟ ٻئي جو مال هڙپ ڪرڻ يا چورائڻ ڏوهہ آهي، پر امير وٽ جو ليٽرو لکن ڪروڙن جو مال آهي، سو هن جي پنهنجي ڪمائيءَ جو آهي؟ اسين هڪ برائي جي مقابلي ۾ ان کان وڏي برائي ڪريون ٿا ۽ چئون ٿا تہ ھي قانون آھي. هڪ ڏوهہ جي عيوض وڏو ڏوهہ ڪريون ٿا ۽ پوءِ دعويٰ ڪريون ٿا تہ ھي انصاف آهي... ... ڇا امير ڪڏهن پنهنجي دشمن ڪي خون نہ ڪرايو آهي؟ ڇا هن پنهنجي رعيت جو مال نہ ڦٻايو آهي؟ ڇا هن ڪنهن سندر عورت ڏي اک کڻي نہ ڏٺو آهي؟ ڇا هو انهن سڀني ڏوهن کان بچيل آهي جو هن لاءِ قاتل جي گردن اڏائڻ، چور کي ڦاسي چاڙهڻ ۽ زانيءَ کي سنگسار ڪرڻ جائز ٿي ويو؟... اهي ڪير هئا، جن چور کي وڻ ۾ ٽنگيو؟ ڇا اهي آسمان مان لٿل فرشتا هئا يا اهڙا ئي انسان آهن، جن جي هٿ جو پيي چڙهندو آهي تہ چورائيندا آهن يا هڙپ ڪندا آهن... ۽ هن قاتل جو ڪنڌ ڪنهن ڪپيو؟ ڪي آسماني هستيون هيون يا اهي ساڳيائي سپاهي هئا جي قتل ڪندا رهندا آهن... ۽ زانيءَ کي سنگسار ڪنهن ڪيو؟ ڇا اهي ڪي مقدس روح هئا يا اهي ئي انسان هئا، جي اوندهہ جي پردي ۾ اهڙا ڪارا ڪارناما ڪندا رهندا آهن؟... قانون ڪهڙي وٽ آهي؟ ڪنهن ان کي ڏٺو آهي؟ ڪنهن ان کي آسمان جي بلندين مان، سچ جي ڪرڻن سان گڏ لهندي ڏٺو آهي؟ ۽ اهو ڪهڙو انسان آهي، جنهن آسماني قانون کي پوئواري لائق سمجهيو هجي؟ ۽ اهو انصاف وارو قانون ڪيئن ٿو چئي سگهجي، جنهن موجب ڪمزور کي جيون جي سوجهري کان وانجهو ڪيو وڃي، بي سهارن جي ڪنڌن تي ڪاتي گهمائي وڃي ۽ غلطي ڪندڙ کي پيرن هيٺان چيپاٽيو وڃي؟...

منهنجي دماغ ۾ انهن ويچارن وڪڙ ٻڌي ڪاڏا ۽ مون کي

پريشان ٿي ويس. اڃا مان پنهنجي پيرن جي آهٽ ٻڌي ۽ ڏٺم ته هڪ عورت وڻ پٺيان نڪري لاش ويجهو اچي رهي آهي. هن جي چهري تي خوف ۽ هراس جا اهڃاڻ هئا. هوءَ ان لاش وٽ پهتي، جنهن جو ڌڙ، سسيءَ کان جدا هو. هوءَ پار ڪڍي روئڻ لڳي ۽ ٻئي ٻانهون وجهي ان کي ڇنبڙي پئي. هن جي نيڻن مان لڙڪن جون لارون وهڻ لڳيون. هوءَ پنهنجيون آڱريون هن جي مٿي جي وارن ۾ ڦيرائڻ لڳي. جڏهن ٿڪجي پئي، تڏهن مردو کڻي وڃي هڪ کڏ ۾ رکيائين ۽ مٽيءَ سان ان کي پوري، قبر ٺاهيائين. ان کان پوءِ مون ڏانهن آئي ۽ مون کي اچي چيائين، "مان هن شخص جي مڙهه کي درندن جي کائڻ لاءِ ڇڏي نه ٿي سگهان. پلي پوءِ مون کي کهڙي به مصيبت جو منهن ڏسڻو پوي. هن شخص منهنجي عزت بچائي هئي."

مون چيو، "ڀيڻ مون کان نه ڊڄ. مان توکان اول ئي هن لاشن تي ماتم ڪري چڪو آهيان. ۽ مان ڪو سرڪار يا امير جو ماڻهو ڪونه آهيان. پر مون کي اهو ٻڌاءِ ته هن شخص تنهنجي عزت ڪيئن بچائي؟"

هن ٿڌي آواز ۾ وراڻيو، "امير جو هڪ عملدار، اسان جي ٻنين تي ڍل وصول ڪرڻ آيو. جڏهن مون کي ڏٺائين ته مون تي لالچي نظرون وجهڻ لڳو. پوءِ هن منهنجي پيءُ تي تمام گهڻي ڍل مڙهي، جا اسين غريب ادا ڪري نه ٿي سگهياسين. ان تي ان عملدار سوديبازي ڪرڻ چاهي. هن رقم جي عيوض مون تي قبضو ڪرڻ چاهيو، انهيءَ لاءِ ته مون کي سريت جي حيثيت ۾ امير جي محل ۾ پهچائي. مون روئي روئي هن کي رحم جي درخواست ڪئي، پنهنجي پيءُ جي پوڙهپ جو واسطو وڌو، پر هو راضي نه ٿيو. پوءِ مون

واڪا ڪري ڪري ڳوٺاڻن آڏو دانهون ڪيون. ان تي هي نوجوان، جو منهنجو مڱيندو هو، سو آيو ۽ اچي مون کي ان عملدار جي هٿن مان ڇڏايائين. عملدار غصي ۾ اچي هن کي قتل ڪرڻ لاءِ هن تي حملو ڪيو، پر نوجوان ڦڙتائيءَ سان ديوار تي ٽنگيل تلوار ڇڪي، پنهنجي بچاءُ ۽ منهنجي عزت لاءِ عملدار کي ماري ڇڏيو. پوءِ پوليس هن کي پڪڙي وٺي قيد ۾ بند ڪيو."

ائين چئي هن پنهنجون ڏکويل نگاهون مون تي وڌيون ۽ پوئتي مڙي هلي وئي. هن جو دردناڪ آواز وايومنڊل ۾ ڪيتري دير تائين گونجندو رهيو.

توري وٺيءَ کان پوءِ، هڪ نوجوان ايندي ڏٺم. هن پنهنجو منهن ڪپڙي سان ڍڪي رکيو هو. هو زالءَ جي لاش وٽ پهتو ۽ پنهنجو بوڇڻ لاهي، ان اگهاڙي عورت مٿان وڌائين ۽ پاسي ۾ پنهنجي خنجر سان زمين کوٽڻ لڳو. قبر تيار ٿي ته ان ۾ ان عورت کي دفن ڪيائين. اهو ڪم پورو ٿيو ته هن هيڏانهن هوڏانهن کان ڪجهه گل پٽي گلدستو بنايو ۽ قبر تي رکيائين. جڏهن هو وڃڻ لڳو ته مون روڪي پڇيومانس، "تنهنجو هن عورت سان ڪهڙو ناتو هو، جو امير جي حڪم خلاف، تو پنهنجي حياتي خطري ۾ وجهي، هن لاءِ ايتري محنت ڪئي ۽ هن جي مڙهه کي بگهڙن ۽ ڪيڙن ماڪوڙن جو کاڄ بڻجڻ کان بچايو؟"

نوجوان مون ڏانهن نهاريو. هن جي نيڻن ۾ غم ۽ اوجاڳي جا پاڇا هئا. هن تمام ڏکويل ۽ ٽٽل آواز ۾ جواب ڏنو. "مان ئي اهو بدبخت ماڻهو آهيان، جنهن جي خاطر هن ويچاريءَ کي سنگسار ڪيو ويو. اسين هڪ ٻئي کي ان وقت کان چاهيندا هئاسين، جڏهن

ننڍپڻ ۾ گڏجي کيڏندا هئاسين. اسين جوان ٿياسين ته اسان جو پيار بڻ جوڀن کي پهتو. هڪ پيري جڏهن مان شهر کان ٻاهر ويل هوس ته پئسن جي لالچ ملڻ تي هن ڇوڪريءَ جي پيءُ هن جي شادي هڪ دولتمند سان ڪرائي ڇڏي. جڏهن مان موٽيس ته منهنجي حياتي اونداهي ٿي وئي. پاڻ کي روڪڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪير، پر روڪي نه سگهيس ۽ هڪ ڏينهن هن سان ملڻ واسطي هن جي گهر ويس، رڳو هن جي اکين جو سوجهرو ڏسڻ ۽ هن جي آواز جو نغمو ٻڌڻ خاطر. اتفاق سان هوءَ گهر ۾ اڪيلي هئي. هوءَ به ڏاڍي ڏکويل ۽ زندگيءَ مان بيزار هئي. مان هن وٽ ويهي رهيس ۽ اسين رهاڻيون ڪرڻ لڳاسين. ڪلاڪ کن کان پوءِ اوچتو هن جو مڙس اچي پرگهٽ ٿيو. خدا شاهد آهي ته اسان ٻنهي پريمين جون نيتون ۽ دليون صاف هيون. پر مڙس جڏهن مون کي اتي ڏٺو ته پنهنجي زال کي ٺٺا ٺوڪي ڪندي وٺي شور ڪيائين ته اي لوڪو! اچي زاني ۽ هن جي عاشق کي ڏسو. پاڙي وارا گڏ ٿي ويا ۽ ٿوري دير ۾ پوليس به پهچي وئي. بيرحم مڙس پنهنجي پاڪباز گهر واريءَ کي هرويرو پوليس جي بيدرد هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو ۽ سپاهي هن کي گهليندا ٺاٺي تي وٺي ويا، پر مون کي ڪنهن هاٿ نه پهچايو. ڇو ته انڌو قانون ۽ گندڻيون روايتون فقط عورت واسطي آهن. مرد ڇٽل آهي!"

نوجوان پنهنجو مامرو ٻڌائي، پنهنجو چهرو ڇپائي، شهر ڏانهن رواتو ٿيو. مان وڻ ۾ ٽنگيل مڙهه ڏي ڏسڻ لڳس. ڇا هن جو به ڪو وارث يا واسطيدار ايندو؟

ڪلاڪ کان پوءِ هڪ ڏبري ضائفان اچي پهتي. هن جا ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿيل هئا. هوءَ وڻ ۾ ٽنگيل لاش وٽ اچي ويٺي ۽ روئي

روئي، پار ڪري، پنهنجو سينو هلڪو ڪيائين. پوءِ وڻ تي چڙهي وٺي ۽ ڏندن سان رسي ڪٽيائين. لاش هيٺ زمين تي اچي ڪريو. لاش کُلي هڪ کڏ ۾ وڌائي ۽ مٽي وجهي ان کي پوريائين، ۽ ڪاٺيءَ جي ٻن ٽڪرن سان صليب ٺاهي. ان قبر جي سيرانديءَ کان کوڙيائين. جڏهن هو وڃڻ لڳي ته مون وڌي پڇيومانس، "توکي ڪهڙي ڳالهه مجبور ڪيو جو تون هڪ چور کي دفن ڪرڻ واسطي هتي آئينءَ؟"

عورت مون ڏي نهاريو. هن جي نگاهن ۾ ضعيفي ۽ پريشاني هئي. هن چيو، "هي منهنجو خاوند، منهنجو جيون ساٿي ۽ منهنجي ٻارن جو پيءُ هو. اسان جا پنج ٻار بک مري رهيا آهن، جن مان سڀ کان وڏي جي عمر اٺ سال آهي ۽ ننڍي ۾ ننڍو ٿڃ تي آهي. منهنجو مڙس چور نه هو. هو ديول جي زمين تي کيتي ٻاڙي ڪندو هو، پر پادري هن کي ان جو اجورو فقط ايترو ڏيندا هئا جو، جي اسين رات جي ماني کائيندا هئاسين ته صبح لاءِ ڪجهه نه بچندو هو. منهنجو مڙس جوان هو ته هو ديول جي ٻنين کي پيشانيءَ جو پاڻي ڏيندو هو ۽ پنهنجي ٻانهن جي سگهه سان ديول جي باغن کي سرسبز رکندو هو. جڏهن پوڙهو ٿيو ۽ هيڻائي ۽ بيماريون هن کي گهيرو ڪري ويون ته پادرين هن کي اهو چئي زمين تان بيدخل ڪري ڇڏيو ته تون هاڻي ڪم جي لائق نه رهيو آهين. جڏهن تنهنجا ٻار جوان ٿين ته هنن کي موڪلجان ته انهن کي رکيو ويندو. منهنجي مڙس هنن کي ڏاڍيون منٿون ميڙون ڪيون ۽ يسوع مسيح جا واسطا وجهي رحم جي درخواست ڪئي، پر پادرين کي ڪو رحم ڪونه آيو، نه منهنجي مڙس تي، نه مون تي ۽ نه منهنجي ٻارن تي... منهنجو مڙس نوڪريءَ جي ڳولا ۾ شهر ويو، پر مايوس

موٽئو پيس. هن جي پيرسني ۽ ضعيفيءَ ڪري ڪوبہ هن کي پاڻ وٽ ملازمت ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو. هن پنڻ جي ڪوشش بہ ڪئي، پر شايد پنڻ ڪونہ آيس، جو ڪوبہ هن کي خيرات ڪونہ پيو ڏئي. اهڙي اچي حالت بڻي جو اسان جا ٻچا بک کان ڪيهون ڪرڻ ۽ تڙڦڻ لڳا. منهنجو ڪير پياڪ ٻار، منهنجا ٽڻ چوسيندو هو، پر ڪير هجي تہ هن کي ملي. اهو نظارو ڏسي، منهنجو گهر وارو بيقرار ٿي ويو. هن کي خبر هئي تہ ديول ۾ اناج جا گدام ڀريا پيا آهن. هو رات جي اونده ۾ ڀتيون ٽپي اتي پهچي ويو ۽ ڳوٿري ڪڻڪ سان ڀريائين، پر ديول مان نڪرڻ کان اڳ چوڪيدار جاڳي پيا ۽ هن غريب کي ڪٽي سوگهو جهليائون. هن کي مارياٺون بہ ڏاڍو ۽ اهو چئي تہ هي شخص ديول جا چانديءَ جا ٿانوَ چوري ڪري ٿي ويو، هن کي پوليس جي حوالي ڪيائون. پوليس هن کي قيد ۾ وڌو ۽ امير جي فتويٰ سان هن کي وڻ تي ڦاسي ڏني وئي. هن جو ڏوهہ اهو هو جو هن پنهنجن بکايل ٻارن واسطي، ديول جي گدام مان ان ڪڻڪ جا ڪجهہ ڪڻا ڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جا ڪڻڪ هن پنهنجي هٿن سان پوکي هئي."

ائين چئي اها مسڪين عورت اتان هلي وئي. هن جي ڳالهين آسپاس کي غمگين بڻائي ڇڏيو هو.

مان انهن قبرن جي قريب ويٺو رهيس. قبرن جي مٽيءَ جي ذري ذري مان فرياد اڀري رهيو هو. مون سوچيو تہ جي منهنجي اندر جو طوفان ٻاهر نڪري پوي تہ محل کي ڊاهي امير کي تباهہ ڪري ڇڏي، ٿاٺو زمين دوز ڪري سپاهين مٿان ڪيرائي ڇڏي ۽ ديول اکوڙي ڇڏي، جنهن هيٺان پادري دٻجي وڃن.

سچ پهاڙن پٺيان لڪي رهيو هو، جڻ انسانن جو ظلم ۽ ستم ڏسي بيزار ٿي پيو هجي، منهنجي هڻ ويچارن سان سهمت هجي ته "ختم ڪريو اها حڪومت. جا غيرت سان رهڻ نه ڏئي، ڊاهيو اها ديول جا پورهئي جو اجورو نه ڏئي، مٽايو اها تهذيب جا پيار جي آزادي نه ڏئي!"



# باغي زال

مان ڪجهه سال بيروت کان ٻاهر رهيس. جڏهن واپس آيس ته رشيد نعمان سان ملڻ ويس. مون ڏٺو ته هن جو جسم اَيرو ٿي ويو آهي. رنگ پيلو پٽجي ويو آهي ۽ منهن مرجهايل آهي. هن جون غمگين اکيون ۽ اداس نظرون هن جي دل جي دنيا جي درسني ۽ اندر جو اولڙو بنجي رهيون هيون.

مان رشيد نعمان کي ڪجهه عرصي کان سڃاڻان. هو لبناني آهي ۽ بيروت ۾ جنم ورتو هئائين. هو هڪڙي قديم دولتمند گهراڻي سان واسطو رکي ٿو، جنهن ۾ اڄ تائين پراڻين رسمن ۽ روايتن کي ڇهنيو رهڻ ضروري سمجهيو وڃي ٿو. هو پنهنجن ابن ڏاڏن جي ڪارنامن ۽ نٽ ٺانگر جون وڏي فخر سان ڳالهيون ٻڌائي، پنهنجي خاندان جي وڏائي ظاهر ڪندو هو. هو خانداني روايتن ۽ عقيدن ۾ وڏن جي پوئواري ڪندو هو. البت عادتن ۽ لباس جي مامري ۾ روايتي روش کان ڦري ويو هو. هو مغربي پوشاڪ پهرڻ جو شوقين هو. هن جي آکهه جون ڇوڪريون، مغرب جي فئشني ڪپڙن ۾ ائين لڳنديون هيون، جيئن فضا ۾ اڏامندڙ پکين جو ولر.

رشيد نيڪ دل ۽ خوش اخلاق ماڻهو هو، پر هو شين جو فقط ظاهري پاسو ڏسڻ جو عادي هو ۽ انهن شين جي اونهائيءَ ۾ وڃڻ

جو جتن ڪونہ ڪندو هو. هو نغمي جي سُرن ۾ تہ مگن ٿي ويندو هو، پر ان نغمي جي حقيقت کان آشنا ٿيڻ جي ڪوشش نہ ڪندو هو. هو وقتي لذت حاصل ڪرڻ چاهيندو هو، پر دائمي لذت حاصل ڪرڻ واسطي داءُ لڳائڻ لاءِ تيار نہ هو. اُبهرائي ۽ جلدبازيءَ تي اڪثر هلي پڇتائيندو بہ هو، پر اهو تڏهن ٿيندو هو جڏهن وقت هٿن مان نڪري چڪو هوندو هو.

رشيد ۾ ايڏي تبديلي محسوس ڪري مون هن کان پڇيو، "يار، ڇا ٿيو آهي؟ ڪا ڏکي موتمار بيماري ڪاٿي اٿئي يا ڪو وڏو صدمو رسيو اٿئي يا ڪاروبار ۾ ڏيوالو نڪتو اٿئي؟ تنهنجي اڄ شڪل ڏسي مان تہ ڏڪي ويو آهيان!"

رشيد ڏکويل نظرن سان مون ڪي ڏٺو ۽ درد ڀرئي آواز ۾ چيائين، "جيڪڏهن ڪو مائٽ مري ويندو آهي تہ ٻيا دوست يار ۽ عزيز موجود هوندا آهن ۽ انهن جي آٿت ڪري ماڻهو صبر اختيارڪندو آهي. مالي نقصان پوندو آهي تہ سوچبو آهي تہ دولت اچڻي ويڃڻي وٿ آهي. وئي آهي تہ اچي بہ سگهي ٿي. ان اميد جي سهاري، اهو نقصان وساري ڇڏبو آهي، پر جي دل جي راحت هلي وڃي تہ پوءِ اها ڪٿي ٿي ملي سگهي؟ ان جو بدل ڪٿان ٿو هٿ اچي سگهي؟ جيڪڏهن اتفاق اهڙو ٿو ٿئي جو تو وٽان اها وٿ اڏامي ٿي وڃي جنهن کي تون پيار ڪرين ٿو، جنهن کي تو پنهنجي دل ۾ جڳهہ ڏني آهي ۽ جنهن تان تو پنهنجي جيون جي قيمتيءَ ۾ قيمتي شيءِ بہ نڇاور ڪري ڇڏي آهي تہ ٻڌاءِ تہ پوءِ تنهنجو ڪهڙو حال ٿيندو؟ جڏهن تون ڏسين ٿو تہ پکي تنهنجي هٿن مان نڪري، اڏامي ويو آهي ۽ وڃي ڪڪرن تائين رسيو آهي ۽ وري هيٺ

لتو آهي ۽ ڪنهن ٻئي پنجري ۾ ويٺو آهي ۽ هن جي واپسيءَ جو ڪو آسرو ڪونهي ته پوءِ تون ڇا ڪندين؟ خدا جي واسطي ٻڌاءِ تون ڇا ڪندين؟ ڪهڙي طرح توکي سڪ ۽ صبر حاصل ٿيندو ۽ تنهنجيون تمنائون ڪيئن زنده رهي سگهنديون؟"

پهاڙڪا اکر هن ائين چيا، ڄڻ هن جو ساهه گهٽجي رهيو هو. هو هڪدم اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ڪنبڻ لڳو. وري پاڻ سنڀالي ويهي رهيو. مون چيو، "شاعريءَ ۾ گجهارتن ۾ جو پيو ڳالهائين. سنئون سڌو جو نه تو ٻڌائين ته تو سان ڪهڙي ويڌن ٿي آهي؟"

هن ٿڌو ساهه ڀري چيو، "اها عورت آهي. ها، اها عورت، جنهن کي مون غربت ۽ غلاميءَ جي غار مان ڪڍي، هن جي سامهون تجوڙين جا در کولي ڇڏيا ۽ هن کي ان لائق بنايو، جو هن جي ملهائتي پوشاڪ، هن جي دلفريب سينگار ۽ هن جي مانَ مرتبي تي ٻيون عورتون ريس ڪرڻ لڳيون. اها عورت، جنهن کي منهنجي دل پيار ڪندي هئي ۽ جنهن جي قدمن ۾ مون پنهنجي زندگيءَ جو سڄو سرمايو رکي ڇڏيو. اها عورت، جنهن جو مان وفادار مڙس، هڏ ڏوکي ساٿي ۽ سچو دوست هوس. هيءَ عورت دوکيباز ۽ باغي ثابت ٿي ۽ هاڻي مفلسي ۽ ذلتن جي جيون گهارڻ لاءِ هڪڙي ٻئي شخص وٽ هلي وئي آهي. اها عورت، جنهن جو مان عاشق هوس، مون کي ٺڪرائي هلي وئي آهي... ٻيو ڇا ٻڌايانءِ، مون کان وڌيڪ نه پڇ، منهنجا زخم نه کول."

ٻئي ڏينهن ئي مان صوفيه سان ملڻ واسطي هن جي گهر ويس. هي هڪ ننڍڙو گهر هوءِ وٽن ۽ ... ۾ گهيريل هو. صوفيه جڏهن رشيد نعمان جي گهر هئي ته منهنجو نالو ٻڌو هئائين. جڏهن مون

صوفيه جا ڪنول جهڙا نيڻ ڏٺا ۽ هن جي آواز جي ماکي محسوس ڪئي ته مون پنهنجي دل کان پڇيو؛ ڇا انهن تي سڳهي ٿو ته هيءَ عورت پاپي هجي؟ ڇا هي شفاف چهرو اندر.جو گندو ٿي سگهي ٿو؟ ڇا هي اهو ئي جيوَ آهي، جنهن ناءِ رشيد چيو ٿي، هي خوبصورت پکيءَ جي شڪل ۾ هڪ خوبصورت نانگڻ آهي؟ ائين به ٿيندو آهي ته ظاهري سهڻيون شيون زهريليون به ٿينديون آهن...

اسين ٿوري ويهي رهياسون. شايد صوفيه منهنجي فڪرمنديءَ کي تاڙي ورتو هئي. هن منهنجي حيراني ۽ جستجوءَ کي ڏکيو ڪرڻ نه چاهيو. پنهنجي حسين مٿي کي گوري هٿ جي ٽيڪ ڏئي، هن رسيلي آواز ۾ چيو:

"ياءِ، هن کان اڳ پاڻ ڪونه مليا آهيون. پر مان توهان جا ويچار مائٽن جي واتان ٻڌي چڪي آهيان. مون کي معلوم آهي ته توهين عورت جي سماجي مظلوميت ختم ڪرڻ جا حامي آهيو. ان ڪري مان چاهيان ٿي ته ڪلي طرح توهان کي پنهنجي دل جو حال ٻڌايان، جيئن توهان منهنجين مصيبتن کي سمجهي وڃو ۽ مائٽن کي ٻڌائي سگهو ته مان دوکيباز يا پاپڻ نه آهيان... جنهن وقت منهنجو پلئه رشيد نعمان سان اٽڪايو ويو، ان وقت منهنجي عمر ارڙهن سال هئي ۽ هو چاليهن سالن کان مٿي هو. هن دولت جو ڄار پکيڙيو ۽ نيٺ مون کي پنهنجي زال ۽ پنهنجي گهر جي مالڪڻ بڻائي. منهنجي چوڌاري نوڪرن جو وڏو تعداد هو. هن مون کي بيحد ملهائتا ڪپڙا پهرايا ۽ منهنجو بدن زيورن سان جهنجهي ڇڏيائين. هو مون کي ڏيکاءَ جي وِٿ وانگر، نمائش واسطي پنهنجن دوستن وٽ وٺي ويندو هو. هن جي چپن تي فتح ۽ فخر جي مرڪ جهومندي هئي، ۽ مون کي چاهيندڙ نظرن سان ڏسندو هو ۽ جڏهن

عورتون منهنجي سونهن ۽ فئشن جي واکاڻ ڪنديون هيون ته تيزيءَ
کان هن جوڳاڻ مٿيرو ٿي ويندو هو. پر شايد هو ضائفن جي سس
پس ڪونه ٻڌندو هو. ڪا چوندي هئي: هيءَ رشيد جي زال آهي يا
ڌيءَ. ٻي چوندي هئي جي رشيد جوانيءَ ۾ پرڻجي ها ته هن جي
ڌيءَ جي عمر صوفيه کان سرس هجي ها... اهو سڀ ڪجهه ان
وقت ٿيو جڏهن مان اڃان جيون جي راز کان واقف نه ٿي هيس ۽
منهنجي دل ۾ پيار جو سوجهرو پيدا نه ٿيو هو. ها. اهو سڀ ڪجهه
ان وقت ٿيو جڏهن منهنجي ذهنيت اڃان ڳڏي ڳڏيءَ جي راند واري
هئي ۽ مان خوبصورت لباس ۽ سونن ڳهن کي ئي سڀ ڪجهه
سمجهندي هئس. پر جڏهن مان جذباتي طرح سجاڳ ٿيس، تڏهن
مون پنهنجي دل ۾ خال محسوس ڪيو ۽ روح ۾ بي آرامي پيدا ٿي.
ان سجاڳيءَ ۾ مون پنهنجي ساڃي ڪاهي پر ايرندي ڀانيا. جن مون
کي اڏائي، محبت جي آسمان طرف وٺي وڃڻ ٿي چاهيو. پر جڏهن
مون پنهنجو پاڻ کي انهيءَ قانون ۽ انهن زنجيرن ۾ جڪڙيل ڏٺو.
جن منهنجي جسم کي انهن زنجيرن ۽ ان قانون کي سمجهڻ کان
اڳ ئي جڪڙي ڇڏيو هو. تڏهن مان ڏکي ويس. انهن احساسن
سان گڏ مون کي اهو احساس به ٿيو ته عورت جو چونڪارو مرد
جي دولت، اوچي نسب ۽ مهربانيءَ ۾ نه آهي. پر ان پيار ۾ آهي جو
هن جي روح کي، مرد جي روح ۾ جذب ڪري نو ڇڏي ۽ مرد جو
پيار هن جي دل ۾ سمائي ٻنهي کي ٻه جسم ۽ هڪ جان بڻائي ٿو
ڇڏي. جڏهن ان دردناڪ حقيقت جو شعور مون ۾ جاڳيو ته مون
ڏٺو ته رشيد جي گهر ۾ ڪردار محض چور وارو آهي. مان ڏينهن
رات هن جي دولت پٺي تڳايان. مان پروڙي ويس ته منهنجي هن
سان صحبت هڪ وڏو ڪوڙ ۽ هڪ وڏي منافقت آهي. مان پروڙي

ويس ته هن جي نوازشن جي عيوض مان هن کي دلي محبت ڏئي نه
ٿي سگهان، ۽ نه ئي هن جي سچائي ۽ محبت جي موٽ ۾ هن کي
محبت ڏئي سگهي آهيان. منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو. ۽ اهو خيال
غلط هو. ته مان هن سان محبت ڪرڻ سگهان. مان هن سان محبت
ڪرڻ سگهي نه سگهيس، ڇو ته محبت اهڙي سگهه آهي جا دلين تي
مڙهي نه ٿي سگهجي. پر اها دلين کي پنهنجو بنائيندي آهي. مون
خدا جي در ۾ ڏايو ۽ راتين جي ماٺار ۾ آسمان کي التجا ڪئي ته: اي
آسمان، منهنجي روح کي ان مرد سان ملاءِ، جنهن کي مون جيون
ساٿي بنايو آهي. پر ائين ڪونه ٿيو، ڇوته محبت گهرڻ سان نه
ملندي آهي... اهڙي ريت مون ان شخص جي گهر ۾ دعائون پنندي
ٻه سال گذاريا. مان پکين جي آزاديءَ تي ريس ڪندي هئس ۽
منهنجيون هم جنس عورتون، منهنجي قيدخاني تي ريس ڪنديون
هيون. منهنجي ذهن ۾ جنگ جاري رهي. منهنجي اڄ ۽ ٻڪ مري وئي
۽ ڪافي ايري ٿي ويس. انهن اونداهن ڏينهن ۾ هڪ ٻيري مون کي
جوت جو وٽندڙ ڪرڻو نظر آيو. مون ڏٺو ته هڪ نوجوان، جيون
جي وهڪري ۾ اڪيلو وهي وڃي رهيو آهي، ۽ هن گهر، جتي تون ۽
مان هن مهل ويٺا آهيون، تنهن ۾ ڪتابن ۽ ڪاڳرن جي وچ ۾
اڪيلو حياتي گذاري رهيو آهي. مون پنهنجون اکيون بند ڪري
ڇڏيون، جيئن ان روشن ڪرڻي کي ڏسي نه سگهان. مون پنهنجو
پاڻ کي چتاءُ ڏنو ته تنهنجي حصي ۾ ته قيد جي تاريڪي آئي آهي،
پوءِ تون سوجهري جي لالچ ڪيئن ٿي ڪرين؟ ان کان پوءِ مون
پنهنجي من جي ڪندن ۾ هڪ نغمو ٻڌو، جنهن جي مٺاڄ مون کي
تڙڦائي ڇڏيو. مون پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيا ۽ پنهنجو پاڻ کي
چتاءُ ڏنم ته تنهنجي حصي ۾ ته آهه ۽ زاري آئي آهي، پوءِ تون

نغمن جي تمنا ڪيئن ٿي ڪرين؟ پر منهنجون اکيون ان ڪرٽي کي ڏسنديون رهيون ۽ منهنجا ڪن اهو نغمو ٻڌندا رهيا. مان خوف کان ٿرڪندي رهيس. صفا ان فقير وانگر، جنهن ڪنهن محل جي در وٽ هيرو ڏٺو هجي، پر نہ اهو کڻي سگهي ۽ نہ ان کي ڇڏي سگهي. مون روئڻ شروع ڪيو. مان وڏي ذهني پيڙا ۾ ويڙهيل هئس. انتظار ۽ بيقراريءَ جو صدمو منهنجي سهڻ کان ٻاهر ٿي ويو."

هوءَ ماٺ ٿي وئي ۽ پنهنجون وڏيون وڏيون اکيون بند ڪري ڇڏيائين. شايد گذريل ڏينهن جا ڏيک هن جي سامهون اچي ويا هئا. يا شايد مون سان اکيون ملائڻ جي جرئت ڪري نہ ٿي سگهي. پوءِ وري چوڻ شروع ڪيائين:

"اهي انسان جي پيدا ٿين تا ۽ حقيقي زندگيءَ کان آشنا ٿيڻ کان سواءِ مري وڃن ٿا، سي ان عورت جي پيڙا چاڻي نہ ٿا سگهن، جنهن جي هڪ طرف اهو مرد آهي جنهن جي هن کي محبت ملي آهي ۽ ٻئي طرف اهو مرد آهي جنهن سان نڪاح جي ڌرمي رسم هن کي ڳنڍي رکيو آهي. اها هڪڙي درد ڀري ڪهاڻي آهي، جا عورت جي رت ۽ لڙڪن سان لکي ويندي آهي ۽ جنهن کي پڙهي مرد کلندا آهن، چوته هو اها سمجهي نہ سگهندا آهن ۽ جي سمجهن بہ تہ هن جي ڪل، ظلم ۽ سنگدليءَ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي ۽ هو جوش کان آپي مان نڪري، عورت مٿان وسڻ لڳندا آهن ۽ هن جا ڪن لعنت ملامت سان ڀري ڇڏيندا آهن... هيءَ هڪڙي پيڙا ڀريل ڪٿا آهي، جنهن جو ناٽڪ رات جي ڪاراڻ ۾ انهيءَ عورت جي سيني ۾ ايرندو آهي، جنهن کي هن شاديءَ جي حقيقت کان آگاهہ ٿيڻ کان اڳ، ڪنهن مرد سان نڪاح جي نوڙيءَ ۾ ٻڌو ويندو آهي. هوءَ

پنهنجي روح ڪي اهڙي مرد لاءِ تڙپندي ڏسندي آهي، جنهن سان هن جو پيار ٿي ويندو آهي. هيءَ هڪ خوفناڪ چِڪتاڻ آهي. ان جي شروعات عورت جي ڪمزوريءَ ڪري ٿئي ٿي ۽ ان ڪان سگهه سان ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهجي ٿو. انسان جي گندين روايتن ۽ دل جي صاف سٿرن اڌمن وچ ۾ هيءَ هڪ موتمار جنگ آهي. اهي ئي صاف سٿرا اڌما، جن واسطي ڪالهه تائين مان زمين تي پنجي موت جي طلبگار هئس ۽ رت جا ڳوڙها ٿي ڳاڙيم... پر مان اٿي ڪڙي ٿيس ۽ عورتن واري حماقت ڪي پري اڇلي، پنهنجن پرن ڪي ڪمزوري ۽ غلاميءَ جي ڦندن ڪان آجو ڪيو ۽ محبت ۽ آزاديءَ جي فضا ۾ اڏامڻ لڳس. هاڻي مون وٽ سچيون خوشيون آهن، ڇو ته مون ڪي ان مرد جو قرب حاصل آهي، جنهن جي دل مان محبت جو ڪِرِڻو مون ڏانهن وڌيو هو. هاڻي دنيا جي ڪابه قوت مون ڪان اهي خوشيون ڇني نه ٿي سگهي، ڇوته اسان ٻنهي جون دليون هڪ ٻئي ڪي چاهڻ ۽ اسان ٻنهي جا ذهن هڪ ٻئي ڪي سمجهڻ جي ناتي ۾ ڳنڍجي چڪا آهن."

صوفيه هاڻي غور سان گهوري مون ڏي نهاريو ڄڻ منهنجي چهري تي ڪجهه پڙهڻ ٿي چاهيائين ۽ منهنجي اکين مان منهنجو اندر ڏسي، معلوم ڪرڻ ٿي چاهيائين ته سندس گفتگوءَ جو مون تي ڪهڙو اثر ٿيو آهي. پر مان خاموش رهيس ته متان هن جي ڳالهائڻ ۾ رخنو پوي. هن پنهنجي ڳالهه جاري رکي. هن جي بيان ۾ رواني هئي ڄڻ هن اها تقرير اول ئي سوچي ڇڏي هئي، ۽ ان ۾ بي ڊپائي، آزادي ۽ سچائي هئي.

"ماڻهو توهان ڪي چوندا ته صوفيه خيانت ڪئي آهي ۽ هوءَ بيوفا عورت آهي ۽ جنسياتي خواهشن خاطر ان شخص ڪي ڇڏي

هلي وئي. جنهن هن جو رتبو مٿي ڪيو ۽ هن کي پنهنجي گهر جي مالڪڻ بڻايو. ماڻهو توهان کي چوندا ته صوفيه زاني آهي ۽ مقدس ۽ مذهبي فرض النگهن ڪيو ۽ ان بدران اهڙي پڇري ۾ هلي وئي جو گناهه جي ڪنڊڻ سان اٽيل آهي؛ هن پنهنجو شرافت جو لباس لاهي، پاپ جي پوشاڪ پهري آهي. هو توهان کي اهو به چوندا ته صوفيه حيا ۽ شرم جو ليڪو لنگهي وئي آهي. اهي ماڻهو خالي غارن وانگر آهن، جي آوازن جو رڳو پڙاڏو موٽائيندا آهن، پر انهن جي معنيٰ ڪونه سمجهندا آهن. هو انسانيت ۽ انساني سياءَ کان اڻواقف آهن ۽ حقيقت کي سمجهڻ جي ڪوشش نه ٿا ڪن. هنن کي خبر نه آهي ته پاپ ڇا آهي ۽ پڇ ڇا آهي؟ هو پنهنجي تنگ نظري ڪري عملن جي فقط ظاهريت ڏسن ٿا ۽ ان جي اصليت ڏي نگاهه نه ٿا ڪن. هو جهالت سان فيصلو ڪن ٿا ۽ بدل فتوائون طوطي وانگر ورجائن ٿا. هنن وٽ برو ۽ ڀلو برابر آهن... مان جيڪڏهن زاني ۽ بدڪار هئس ته رشيد نعمان جي گهر ۾، ڇوته هن مون کي ان وقت رسمن ۽ روايتن جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائي، زال بڻايو. جنهن وقت نه مون ۾ ذهني پختگي آئي هئي ۽ نه محبت جو شعور پيدا ٿيو هو. هن جي گهر ۾ مان پنهنجي نظرن ۾ ئي نيچ ۽ ڪميڻي هئس. اتي مون کي محسوس ٿيندو هو ته مان خيرات جو ٽڪر کائوان ٿي ۽ پنهنجو جسم رشيد جي هوس جي حوالي ڪريان ٿي. پر هاڻي مان پاڪباز آهيان. محبت جي ڳانڍاپي مون کي آزاد ڪيو آهي. مان هاڻي شريف ۽ ايماندار آهيان. مون پنهنجي جسم کي ڳيي ٽڪر لاءِ ۽ پنهنجي زندگيءَ کي لباس جي عيوض وڪڻڻ ڇڏي ڏنو آهي. مان ان وقت زاني ۽ گنهگار هئس، پر ماڻهو مون کي بلند مرتبي واري بيگم سمجهندا هئا ۽ هاڻي مان پاڪباز ۽ شريف آهيان ته هو

مون کي ذليل ۽ ڪميڻي سمجهن ٿا. ماڻهو ٻاهرين رشتن ۽ ظاهري ڏيک ويک تي پنهنجا رايا قائم ڪندا آهن ۽ ڪنهن جي اندر ۾ جهاتي پائي نہ ڏسندا آهن ۽ نہ ڪنهن جو اندر توري ڏسندا آهن!"

صوفيہ اتي ۽ ڳڙڪيءَ جي ويجهو وئي. هن ٻاهر پنهنجي ساڄي، شهر ڏي اشارو ڪيو. هن جو آواز اڳئين کان اوچو ٿي ويو ۽ نهايت نفرت ۽ ڌڪار واري لهجي ۾ چوڻ لڳي:

"ڏسو! هن عاليشان ۽ بلند بنگلي جي درن ۽ درين جا ڀرت ڀريل ريشمي پردا، خيانت ۽ ڇچاڀڙائيءَ جو ثبوت ڏئي رهيا آهن. ان جون ڀتيون ۽ ڇتيون سونهري چٽن سان سينگاريل آهن. پر ان جي رهاڪن جون دليون پيار جي سينگار کان خالي آهن."

صوفيہ مون کي هٿ کان جهلي ڳڙڪيءَ وٽ وٺي وئي، جتان بنگلا چڱي طرح نظر اچي رهيا هئا ۽ چيائين:

"مان توهان کي انهن ماڻهن جا راز ٿي ٻڌايان. مان سمجهان ٿي تہ توهان انهن جهڙو ٿيڻ پسند نہ ڪندا. هن بنگلي طرف ڏسو، جنهن جا ٿنڀا سنگمرمر جا آهن، ڇڄا پتل جا آهن ۽ جنهن جون دريون رنگارنگي آهن. ان ۾ هڪ دولتمند رهي ٿو، جنهن کي ساري ملڪيت پنهنجي ڪنجوس پيءُ کان ورثي ۾ ملي آهي. ٻہ سال اڳ هو هڪ عورت سان پرڻيو هو. ان عورت جي باري ۾ هن کي ان کان وڌيڪ ڪجهہ معلوم نہ هو تہ هوءَ هڪ خانداني شاهوڪار جي ڌيءُ آهي ۽ هن جو پيءُ شهر جي تمام وڏن ماڻهن ۾ شمار ٿئي ٿو. شاديءَ کان پوءِ اجان هن جي هٿن تان ميندي بہ ڪانہ ميساري هئي تہ هو زال کي تڙپڻ لاءِ ڇڏي، شهر جي ڇڙواڳ ڇوڪرين سان رنگينيون ملهائڻ لڳو. ويچاري ڪنوار کي بنگلي ۾

ائين ڇڏي ڏنائين. جيئن شرابي، شراب جي خالي بوتل ڇڏي هليو ويندو آهي. عورت آزي نيزاريءَ سان گڏ، هن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪجهه نه وريس. پوءِ هن ۾ بغاوت جو جذبو اڀريو. هاڻي هوءَ هڪ سهڻي نوجوان جي عشق ۾ مبتلا آهي. هن جي محبت سان، هن جي دل خوش آهي ۽ پنهنجي مڙس جي بي انداز دولت مان، پنهنجي محبوب جا کيسا ڀريندي رهندي آهي.

”هاڻي هن طرف بنگلي ڏانهن ڏسو، جنهن جي چوڌاري باغيچو آهي. ان ۾ هڪ اهڙو شخص رهي ٿو جنهن جو خاندان، ڪنهن زماني ۾ حڪومت ڪندو هو. پر اڄڪلهه مال ۽ دولت جي اٿاڻ ۽ نالائقيءَ سبب ان خاندان جو سماج ۾ رتبو ڪِري پيو آهي. ڪجهه سال اڳ ان شخص هڪڙي ڪوجهي پر شاهوڪار عورت سان شادي ڪئي ۽ هن جي دولت هٿ ڪرڻ کان پوءِ هن کي نظرانداز ڪري ڇڏيائين. هن هڪڙي سندر ۽ نوجوان نينگريءَ سان ناتا قائم ڪري، زال کي اڪيلو زهر جا ڍڪ پيئڻ لاءِ ڇڏي ڏنائين. هاڻي هوءَ ڪلاڪن جا ڪلاڪ وار سنوارڻ، چپن ۽ ڳٽن تي سرخي ۽ پائوڊر لڳائڻ ۽ ٻيا هار سينگار ڪرڻ ۽ نفيس ڪپڙا پائڻ ۾ صرف ڪندي آهي ته من ڪو هن تي عاشق ٿئي، پر ويچاريءَ کي اڃان تائين ڪاميابي ڪانه ٿي آهي.

”هيڏانهن هي ٻه ماڙ بنگلو ڏسو، جنهن مٿان ڇپي ڇپي تي چٽ نڪتل آهن. اهو هڪ خوبصورت، پر بدچال عورت جو گهر آهي. هن جو پهريون گهر وارو گذاري ويو ۽ هن واسطي بي انت مال دولت ۽ جائداد ڇڏي ويو. گلا ۽ ماڻهن جي طعنن کان بچڻ واسطي هن هڪ ڇسي ۽ اڌ مغزي مرد سان شادي ڪري ڇڏي. هاڻي هوءَ ماکيءَ جي مک وانگر طرح طرح جي گلن جو رس ۽ مٺاڻ چوسيندي ڦرندي آهي.

"۽ هو گهر ڏسو، جنهن جي مهاڙ ايتري وٽندڙ آهي ۽ جنهن جا ڪمرا ڪشادا آهن. هي اهڙي سيٺ جو گهر آهي، جو پئسي جو پوڄاري آهي ۽ دم وڃي پر دمڙي نہ وڃي، هن جي جيون جي بنيادي لالچ آهي. هوءَ جهڙي آهي منهن مهانڊي جي من موهن، تهڙي آهي سياءَ جي سليڇڻي. هوءَ هڪ اهڙو نغمو آهي، جنهن ۾ سُرُ بہ آهي ۽ معنيٰ بہ. هن عورت کي جي محبت ملي ها تہ محبت ۾ جيئي ها ۽ محبت ۾ مري ها. پر هن جي پيءُ هن کي سامائجڻ کان اڳ ئي بي جوڙ رشتي جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو. هن جو جوڀن ۽ هن جي سونهن، ائين ضايع ٿي رهيا آهن، جيئن ميڻ بتي ٻرڻ ويل رجندي ويندي آهي. ڇوتہ هن جو مڙس پئسي پٺيان مست آهي ۽ زال طرف ڪو توجهہ ڪونہ ٿو ڪري. البت ڏند ڪرٽي، بار بار هن کي طعنو هڻندو آهي تہ بهتر ٿئي ها تہ توسان شادي نہ ڪريان ها جو تو پٽ نہ ڄڻيو آهي، جو منهنجي جائداد جو وارث ٿئي. اهي پيڙائون ڀوڳي ۽ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، هوءَ موت جي تمنا ڪندي رهندي آهي."

صوفيہ، ڳڙڪيءَ وٽ رکيل ڪرسيءَ تي ويهي رهي، ڇڻ انهن عجيب بنگلن جي مڪاري ۽ فريب ڏسي ٿڪجي پئي هئي. پوءِ وري چوڻ شروع ڪيائين:

"اِهي ئي آهن اهي محلات، جن ۾ رهڻ لاءِ مان ڪڏهن بہ راضي ٿي نہ ٿي سگهان. اهي ئي آهن اهي قبرون جن ۾ مان پنهنجي زندگيءَ کي دفن ڪرڻ نہ ٿي چاهيان. اهو ئي آهي اهو طبقو جنهن کان مون ڇوٽڪارو حاصل ڪيو آهي. اهي ماڻهو عورت جي جسم سان تہ شادي ڪندا آهن، پر هن جي جذبن کي نظرانداز ڪري ڇڏيندا آهن. مان هنن تي فتوئي نہ ٿي لڳايان، پر هنن جو ڌيان

حڪائڻ ٿي گهران تہ هو دوکي، ٻچاپڙائي ۽ ڪميٽپائيءَ جا غلام ٿي تا وڃن. مان ان طبقي وارن ۾ رهي آهيان، ان ڪري اهڙي يقين سان پٽي راهِ زني ڪريان. منهنجي اڪين جيون جو سوجهرو ڏٺو ۽ مان هٿن جي دوکي جي ڪوڙڪيءَ مان نڪري آيس. هٿن مون کي پنهنجي پَٽ مان ڪيڍي ڇڏيو آهي ۽ مان ڏاڍي خوش آهيان، مون کي پنهنجي بغاوت تي ناز آهي. رشيد نعمان منهنجي جسم جو مالڪ بنجي ويٺو هو، اسان جون دليون هڪ ٻئي کان گهڻو دور هيون. مون محسوس ڪيو تہ مان ساري ڄمار هڪ خوفناڪ بت جي سامهون جهڪي گذاري نہ ٿي سگهان. ان ڪري مون رسمي قانون سان بغاوت ڪئي ۽ پنهنجيون زنجيرون ٽوڙي ڇڏيون. پر مون اهو ايستائين ڪيو جيستائين پيار جي پڪار منهنجي ڪنن ۾ نہ گونجي. مان رشيد جي گهر مان ائين نڪتس جيئن قيدي، قيد مان نڪرندو آهي. مان ٺٺ ٺانگر ۽ شان شوڪت ڇڏي، پنهنجي محبوب جي هن جاءِ ۾ هلي آيس، جو جڙتو ڳالهين کان خالي آهي. مون کي ان ڳالهہ جي پوري ساڃهہ آهي تہ مان جو ڪجهہ ڪريان ٿي اهو درست آهي. مون نہ چاهيو تہ مان پنهنجو گلو پاڻ ڪاٽيان يا مونن ۾ منهن وجهي، قسمت جو لکيو سمجهي، تڙپندي رهان. مون نہ چاهيو تہ ساري عمر فرياد ڪندي گذاريان، سڄي رات پيڙا ۾ جاڳي اهو سوچيان تہ صبح ڪڏهن ٿيندو ۽ جڏهن صبح ٿئي تہ سوچيان ڏينهن ڪڏهن گذرندو؟ مون نہ چ ميو تہ مان برباد ٿيان. انسان جي دل ۾ جيئڻ جي اٽل خواهش موجود آهي ۽ اها خواهش ئي جيون جو سوجهرو ڏيکاري ٿي.

”تہ سائين! اها آهي منهنجي ڪٿا ۽ زمين ۽ آسمان جي سامهون منهنجو احتجاج. مان زور زور سان پڪاري چوان ٿي، پر ماڻهو

پنهنجا ڪن بند ڪري ٿا ڇڏين ۽ ٻڌڻ کان انڪار ٿا ڪن. هو پنهنجي ذهن ۽ ضمير جي پڪار جي پرواهه بہ نہ ٿا ڪن. هو ان ڳالهہ کان ٿا ڏڄن تہ سماج جي بنيادن ۾ نہ زلزلو اچي وڃي. جيتوڻيڪ ان ۾ هنن جي ڪوڙ مصيبتن جو ڇوٽڪارو آهي. منهنجي ڪهاڻيءَ کي بيروت وارا زندگيءَ لاءِ هڪ لعنت ۽ سماج جي جسم لاءِ ناسور سمجهن ٿا. پر جڏهن محبت, جا هنن جي اونداهين دلين ۾ موجود آهي، ان جي حقيقت هنن تي ظاهر ٿيندي تڏهن هو شرمندا ٿيندا ۽ منهنجي مرڻ کان پوءِ بہ مون کي ياد ڪندا تہ هن سماج جي گندين پابندين خلاف بغاوت ڪئي ۽ پنهنجو پاڻ کي آجو ڪري پيار کي اوچو رکيو."

دروازو کليو ۽ هڪ ڻاهوڪو نوجوان اندر گهڙي آيو. هن جي اکين ۾ ڪشش هئي ۽ هن جي چپن تي زندگيءَ جي مرڪ. هن کي ڏسي، صوفيہ جو انگ انگ ٽڙي پيو. هوءَ اٿي ۽ وڃي هن کي پيار سان ٻانهن ۾ هٿ وڌائين ۽ مون وٽ وٺي آيس. هن کي منهنجو نالو ٻڌايائين ۽ مون کي هن جو. ٻڌرو هو تہ هي ئي اهو نوجوان هو، جنهن جي خاطر هن دنيا سان مقابلو ڪيو ۽ ان جي قانونن سان بغاوت ڪئي... هو منهنجي سامهون کٽ تي ٿي ويٺا. ٻنهي جا چهرا ٻهڪي رهيا هئا. اهو ٻهڪڻ، جو هڪ ٻئي جي پيار جو اهڃاڻ هوندو آهي. اهو ٻهڪڻ، جو پورهيو ڪري هڪ ٻئي لاءِ زندگي گذارڻ جي علامت هوندو آهي. اهو ٻهڪڻ، جو پراڻي سماج سان بغاوت جي پيداوار هوندو آهي. اهو ٻهڪڻ، جو روايتن جي اڏوهي کاڌل معاشري جي ٺٺولي ۽ طعنن کان بي نيازيءَ ڪري اپرندو آهي. مون حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو اهو ڏيک ڏٺو جنهن ۾ اهڙي مرد ۽

عورت جي چهرن تي ۽ آسپاس خوشيءَ جي ورڪا تي رهي هئي ۽ دل جي ٺاپر جي روشني هئي، جن کي ڌرم ڌڪاريل ٺهرايو هو، ۽ سماج نيڪالي ڏني هئي.

مان صوفيہ جو ننيڙو گهر ڇڏي ٻاهر نڪتس. پر اهو ننيڙو گهر نہ هو، اصل ۾ اهو ئي محل هو: "پيار جو محل." رستي تي بنگلا. صوفيہ جي جهوپڙيءَ جي ڀيٽ ۾ مون کي هيچ محسوس ٿيا. اها جهوپڙي جتي پيار هو، پورهيو هو، سچائي هئي، خوشي هئي ۽ وڏي ڳالهہ تہ بغاوت جي دليري هئي. مان انهن گهٽين ۽ بنگلن جي وچ مان وڃي رهيو هوس، جن جا راز مون کي صوفيہ سليا هئا. منهنجي ذهن ۾ ويچارن جو وهڪرو وهڻ لڳو: رشيد نعمان جو درد پنهنجي جاءِ تي، پر ان واسطي جوابدار ڪير آهي؟ صوفيہ يا رشيد پاڻ؟ اهڙيون بہ عورتون هونديون آهن جي مفلس مڙسن کي ڇڏي دولتمندن جون سريتون بنجي ويندديون آهن، رڳو قيمتي ڪپڙا ۽ سونا ڳهہ ورتائڻ لاءِ. پر صوفيہ ان جي ابتڙ ڪيو آهي. هوءَ بنگلي مان نڪري هڪ جهوپڙيءَ ۾ آئي آهي، جنهن جي ڪل موڙي ڪتابن جا بہ ڪبٽ آهن. ۽ بنيادي ڳالهہ اها آهي تہ صوفيہ اهو سڀ ڪجهہ پيار خاطر ڪيو آهي. جي هن جي نيت رڳو شهواني خواهشون هجي ها تہ پنهنجي دولتمند مڙس جي بنگلي ۾ رهي ٻين مردن سان ڳجهہ ڳوهہ ۾ ناتا رکي ٿي سگهي.

مان شهر جي ٻاهران پهچي ويس. سج لهي رهيو هو ۽ ڪائنات جي کلي فضا هئا. باغ، وڻ، گل ۽ ميوا. پکين جون اڏامون ۽ لاتيون. هي پکي آزاديءَ سان اڏامي رهيا آهن. هوا آزاديءَ سان گهلي رهي آهي. وڻ آزاديءَ سان جهومي رهيا آهن. گل آزاديءَ سان

سرهاڻ پڪيڙي رهيا آهن. پر انسان کي ان نعمت کان محروم ڪيو ويو آهي. هن جي ذهن کي قانونن جي پابندين ۾ جڪڙيو ويو آهي. هن جي جذبن ۽ خواهشن کي قيد ڪيو ويو آهي. هن جي دل ۽ دماغ لاءِ گهريون قبرون کوٽيون ويون آهن. جي هو آزادي چاهي ٿو تہ هن کي سرڪش، ڪافر ۽ بدڪار سڏيو وڃي ٿو. هن جو بهشڪار ڪيو وڃي ٿو ۽ هن کي پَٽ مان ڪڍيو وڃي ٿو. پر ڇا انسان کي پڇاڙيءَ تائين اهڙي گندي ۽ غير سياويڪ سماج جي غلاميءَ ۾ ڪاٽيندو رهڻ کپي يا پنهنجي ذهن کي انهن پابندين کان آجو ڪرڻ جڳائي؟ ڇا انسان کي بلندين جي پولار ۾ اڏامڻ کپي يا پاتار جي گهراين ۾ ڪِري گم ٿي وڃڻ گهرجي؟

# فنڪار

يوسف پنهنجي گهر جي هڪ خوبصورت ڪمري ۾ ويٺو آهي. چئني طرفن ڪتابن ۽ ڪاغذن جا ڍير آهن. هو سگريٽ جا ڪش ڀري رهيو آهي. هن جي ڀيڻ مسرت سئيٽر اُڻي رهي آهي. هن جو دوست خليل، جو هڪ سرڪاري ڪامورو آهي، سو پائيپ پي رهيو آهي. هيءَ بيروت جي هڪ سرءُ جي رات جي سوهڻي آهي.

خليل، يوسف ڏي مهڙ ڪري چوي ٿو، "اڄ مون تنهنجو مضمون 'لطف ڏيندڙ فن ۽ انهن جو اخلاق تي اثر' پڙهيو. واهه جو لکيو اٿئي. البت مون کي هڪڙي ڳالهه کٽڪي ٿي. لکڻيءَ ۾ مغرب جو رنگ پڌرو آهي. ورنه موضوع جي لحاظ کان لاجواب مضمون آهي. مان عربي زبان تي، انگريزي ادب جو اثر هاڃيڪار سمجهان ٿو."

يوسف مرڪي وراڻي ٿو، "ائين ٿي سگهي ٿو. پر تنهنجو انگريزي لباس پهرڻ، انگريزي قانون ۾ ڪائڻ ۽ انگريزي کوچن تي وهڻ، تنهنجي ادب جي باري ۾ ويچار جي ابتڙائي پڌري ڪن ٿا. ان کان سواءِ، مون ڏٺو آهي ته تون عربيءَ کان وڌيڪ انگريزي ڪتاب پڙهندو آهين."

"انهن سطحي ڳالهين جو ساهت ۽ فن سان ڪو تعلق ناهي." خليل چوي ٿو.

"تعلق ڇو نه آهي. مان ته چوندس ته تمام گهرو ۽ جيئرو جاڳندو تعلق آهي. لباس، قانون ۽ کوچن جو واسطو اسان جي رهڻي ڪرڻي يعني تهذيب سان آهي. ۽ فن ۽ ساهت نه رڳو اسان جي رهڻي ڪرڻي جي طريقي ۽ اسان جي قومي ۽ مذهبي روايتن، بلڪ اسان جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ سان گهاٽو لاڳاپو رکن ٿا." يوسف جواب ڏنو ٿو.

"مان ميجان ٿو ته مجبور ٿي مون کي يورپ جي ڪن شين جو نقل ڪرڻو پيو ۽ اتان جون ڪجهه ڳالهيون اختيار ڪرڻيون پيون آهن. تڏهن به مان مشرقي آهيان ۽ مرڻ تائين مشرقي رهندس. انهيءَ ڪري ئي مان چاهيان ٿو ته عربي ادب، ڌارئي اثر کان بچيل رهي." خليل چوي ٿو.

"ان جو مطلب اهو ٿيو ته تون عربي زبان ۽ ادب کي موت جي ننڊ سمهارڻ چاهين ٿو." يوسف جواب ڏئي ٿو.

"اهو ڪيئن؟"

"جي پوئتي پيل قومون، سڌريل قومن جي ايجادن ۽ ڪاميابين مان فائدو نه وٺنديون ته هن جو ساهت بيڪار ٿي ويندو ۽ هن جي جيون جي ترقي رڪجي ويندي."

"تنهنجي اها دعويٰ دليل جي محتاج آهي."

"هڪ نه، هزار دليل ڏئي سگهان ٿا."

اتي پال ۽ سليم پهچي وڃن ٿا. پال ڳائڻو ۽ اديب آهي ۽ سليم شاعر آهي. ويٺل اتي بيهي، هن جو آدرڀاءُ ڪن ٿا. مسرت پال ڏانهن نهاري ٿي. هن جا ڳل ڪجهه گلابي ٿي ٿا وڃن ۽ هن جي منهن تي خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ٿي وڃي.

يوسف، پال ڏانهن ہانهون ڊگهيري چوي ٿو، "اچو لبنان جي

خوش آواز بلبل!"

سليم هڪدم رڙ ڪري ٿو، "پيلي، هڪڙي مهرباني ڪجانءِ، پال جي سارام نہ ڪجانءِ."

"ڇو ڀلا؟" يوسف پڇي ٿو.

ڪجھہ مذاق ۽ ڪنيرائيءَ مان سليم چوي ٿو، "ڇو تہ هي ڪنهن عزت جي لائق ئي ڪونهي. هن جون عادتون عجيب غريب آهن ۽ هو اڌ مغزي آهي."

پال، سليم کي چوي ٿو، "ڇا مان توکي هتي ان لاءِ آندو آهي تہ ويهي منهنجي اوڻاين کي پڌرو ڪر ۽ منهنجي اخلاق تي وعظ ڏي."

"ڇا ٿيو سليم! ڇا اوهان کي پال جي ڪنهن نئين ڪمزوريءَ جي ڄاڻ پئي آهي؟" مسرت پڇي ٿي.

سليم، پال کان پڇي ٿو، "پال سائين، مان ويهي تنهنجا ڪرتوت ٻڌايان يا تون پاڻ ئي ٻڌائيندين؟"

"تون خاموش رهہ." پال تيز ٿي چئي ٿو.

"پوءِ تہ مون کي ئي سڀ ڪجھہ ٻڌائڻو پوندو." مرڪي سليم چوي ٿو.

"ان جو مطلب آهي تہ تون منهنجو موڊ خراب ڪرڻ چاهين ٿو." پال چوي ٿو.

"سليم، ٻڌايو ٻڌايو... پال، توهان جي برائي سليم ٻڌائڻ چاهي ٿو، ممڪن آهي تہ ان مان اوهان جي چڱائي ظاهر ٿي پوي." مسرت چوي ٿي.

"جهڙي طرح مون کو چڱائيءَ جو ڪم نہ ڪيو آهي، اهڙي طرح مون کان برائي بہ ڪانہ ٿي آهي. پر جا ڳالھہ اسان جو دوست

سلير ٻڌائڻ چاهي ٿو. اها لائق آهي ڪانه جو ان جو بيان ڪيو وڃي. تنهن ڪان سواءِ مان نه ٿو چاهيان ته اجوڪي ڪچهري، منهنجي روئداد ۾ ضايع ڪئي وڃي." پال چوي ٿو.

"ٺيڪ آ. پر اسان ٻڌڻ چاهيون ٿا." مسرت چوي ٿي.

سلير، مسرت وٽ وڃي وهي ٿو ۽ سگريٽ دکائي، ٻه ٽي سوٽا هڻي، ڪٿا ٻڌائڻ شروع ڪري ٿو، "توهان کي جلال پاشا جي ڌيءُ جي شاديءَ جي ته خبر هوندي ۽ اهو به پتو هوندو ته ڳوٺ جي پيءُ انهيءَ خوشيءَ ۾ ڪالهه رات جو پنهنجي گهر هڪ وڏي دعوت ڪئي هئي، جنهن ۾ شهر جي معتبر ۽ وڏن ماڻهن کي ڪوٺ ڏني هئائين. پال کي به سڏ مليو هو ۽ هن سان گڏ مون کي به. مون کي سڏ ملڻ جو سبب اهو هو ته ماڻهن کي خبر آهي ته پاڇي وانگر پال سان گڏ رهندو آهيان، ۽ پال، جيستائين مان ساز نه وڄايان، ڳائيندو ئي ناهي. خير، اسين جلال پاشا جي محفل ۾ سيني ڪان پڇاڙيءَ ۾ پهتاسين، ڇو ته پال سائين جتي به ويندو آهي، بادشاهن وانگر آخر ۾ پهچندو آهي. اتي شهر جي ميئر ۽ پادريءَ ڪان سواءِ، ٻيا به گهڻا ئي ماڻهو هئا، جن ۾ سهڻيون ۽ وڏ گهراڻيون عورتون، اديب، شاعر، سيٺيون، زميندار ۽ سياسي اڳواڻ پڻ شامل هئا. اسان جي چوڌاري خوشبوئون هيون ۽ مڌ جا گلاس ۽ بوتلون. محفل وارا پال کي ائين ڏسي رهيا هئا ڄڻ ته چوڏهينءَ جو چنڊ زمين تي لهي آيو هجي. ڇوڪريون هن کي شراب جا پيالا، مٺا کاڌا ۽ گلدستا ائين پيش ڪري رهيون هيون، جيئن يوناني عورتون جنگ جي ميدان تان فاتح ٿي آيل سپهه سالار سورمي کي ڪنديون هيون. پال ساري محفل جي توجهه جو مرڪز هو. پوءِ مون پنهنجي سرندي جي تارن کي ڇيڙيو. پال به پنهنجي چپن کي جنبش ۾ آندو ۽ پنهنجي مٺڙي

آواز ۾، عمر ابن فارض جي قصيدي جو فقط هڪ هيءُ شعر ٻڌايائين:

مون کانسواءِ هر شخص وساري سگهي ٿو پنهنجي محبوب کي،
ها. مون کان سواءِ هر عاشق آهي بي وفا.

اهو نغمو ٻڌي، ماڻهن پنهنجا ڪنڌ اوچا ڪيا. ڄڻ غيب مان ڪو جادو ڪندڙ آواز آيو هو. پر پال ماٺ ٿي ويو. ماڻهن سمجهيو ته شراب جو ڍُڪ پي وري ٻڌائيندو، پر هو صفا خاموش ٿي ويو. ماڻهو ڏسندا ئي رهيا..."

"مون کي اميد آهي ته تون ان داستان کي اتي ئي ختم ڪندين. اهڙي ٿڪي ڪٿا ٻڌڻ مان پنهنجن هنن دوستن کي ڪهڙو مزو ايندو." پال، سليم کي وچ ۾ روڪي، سنجيدگيءَ سان چوي ٿو.

"پال، اسان کي سڀ ڪجهه ٻڌڻ ڏي." يوسف چوي ٿو.

پال پنهنجي جڳهه تان اٿي کڙو ٿئي ٿو ۽ ناراضگيءَ مان چوي ٿو، "توهان کي منهنجي موجودگيءَ کان وڌيڪ ان ٿڪي داستان ٻڌڻ جو شوق آهي، ان ڪري مان وڃان ٿو." مسرت پنهنجي ڪنول جهڙن دلڪش نيڻن سان پال کي گهوري، مرڪندي چوي ٿي، "پال! ويهي رهو، اسين هر حال ۾ توهان سان آهيون."

پال ويهي رهي ٿو. هاٿي هن جي ڇهري تي ٺاپر اچي وٺي آهي. سليم پنهنجي ڳالهه جاري رکندي چوي ٿو. "ها، ته مان ڪٿي رهيو هوس ته پال هڪڙو شعر ڳايو، عمر ابن فارض جي قصيدي جو فقط هڪڙو شعر ۽ هو ماٺ ٿي ويو، ڄڻ ٻڪٽي کي پريل پليٽ مان هڪ گرهه ڏئي، اها پليٽ هن جي سامهون پري اچلي پيچي ڇڏيائين. سهڻيون سهڻيون عورتون، هڪ هڪ ٿي هن جي پر ۾ آيون ۽ هن جي خوشامد ڪئي ته اٿي ڳائي، پر هن بهانو ڪري چيو ته ريزش جي ڪري نڙي خراب آهي. شهر جي ڪن معزز شخصن به هن کي

منت ميڙ ڪئي، پر هن جي دل پاڻي نہ ٿي. هو صفا پٿر دل ٿي بيٺو.
اڌ را [illegible]. جڏهن محفل وارن جي مايوسي ۽ بوريت جي حد ٿي
[illegible] هن جلال پاشا هن کي ٻي ڪوٺيءَ ۾ وٺي ويو ۽ نوٽن
جي [illegible] هن جي کيسي ۾ وجهي چيائين: ڀال سائين! هن محفل جي
بدمزگي ختم ڪرڻ تنهنجي هٿ ۾ آهي. مون کي اميد آهي تہ تون
منهنجي هيءَ معمولي پيشڪش، اجورو نہ پر منهنجي طرفان عقيدت
جو نذرانو سمجهي قبول ڪندين ۽ مون سان گڏ محفل جي
حاضرين کي نااميد نہ ڪندين... اهو ٻڌي، ڀال غصي ۾ سيٺجي ويو
۽ نوٽ پرزي ڦنا ڪري، ڳاٽ اوچو ڪري چيائين: جلال پاشا! توهين
نہ رڳو منهنجي بيعزتي پر منهنجي ذلت بہ ڪري رهيا آهيو. مان
توهان جي گهر اڄ رات توهان کي توهان جي پٽ جي شاديءَ تي
واڌايون ڏيڻ آيو هوس ۽ نہ نوٽن جي عيوض نچڻ ڳائڻ يا پنهنجو
فن وڪڻڻ... ڀال جي انهن اکرن جلال پاشا کي آپي مان ٻاهر
ڪيو ڇڏيو ۽ هن جي زبان مان گٿا لفظ نڪري ويا. جي ڀال جي
نازڪ طبيعت تي گران گذريا ۽ هو هن کي ست سريون ٻڌائيندو
پارٽيءَ مان ٻاهر نڪتو. مون کي بہ اهي حسين چهرا. دل ڇڪيندڙ
سندريون، قيمتي شراب ۽ لذيذ کاڌا ڇڏي، هن جي پٺيان اچڻو پيو.
تڏهن بہ هن همراهہ کي ڏسو جو منهنجي ايڏي قرباني ۽ سچائيءَ
جو نہ ٿورو ٿو مڃي ۽ نہ داد ٿو ڏئي."

"سچ پچ تہ هيءَ وارتا ڏاڍي دلچسپ آهي ۽ سوئن اکرن ۾
لکڻ لائق." يوسف ٽهڪ ڏئي چوي ٿو.

"مون اڃان ڳالهہ پوري [illegible] ڪئي آهي. ساري دلچسپي تہ ان
جي خاتمي ۾ آهي. اهڙو خاتمو جو توهان جي خواب خيال ۾ بہ
اچي نہ ٿو سگهي." سليم چوي ٿو.

پال، سيني جي ڇهرن جي ڇڪاس ڪري ٿو ۽ پوءِ مسرت ڏي مهڙ ڪري چوي ٿو، "مان فقط تنهنجي ڪري ماٺ ۾ آهيان. مان اميد ٿو ڪريان تہ تون هن ترڙي کي وڏيڪ ٽان ٽان ڪرڻ نہ ڏينديءَ."

"پال، هن کي چوڻ ڏيوس، واقعي جي پيڇاڙي ڇاهي ڪهڙي بہ هجي، اسان جون همدرديون هر حال ۾ توهان سان آهن." مسرت جواب ڏئي ٿي.

سليم مرڪي، مسرت ڏي نهاري ڪنڌ کي تورو جهڪائي ٿو، ڇڻ اجازت ملڻ ڪري شڪريو ٿو ميجي ۽ ٻيو سگريٽ ڪڍي دکائي، پہ سوٽا هڻي چوڻ شروع ڪري ٿو، "مون توهان کي ٻڌايو پئي تہ جلال پاشا جي گهر مان نڪرڻ وقت پال اتي موجود معتبر ماڻهن کي گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو هو ۽ مان دل ئي دل ۾ پال کي پٽي رهيو هوس. ان کان پوءِ توهان ڇا ٿا سمجهو تہ اسين ڪيڏانهن وياسون؟ متان ائين سمجهو تہ پال جي گهر پهتاسون ۽ باقي رات اتي ئي ختم ٿي وئي... توهان کي خبر آهي حبيب سعادت جو گهر، جلال پاشا جي گهر جي ويجهو آهي. ٻنهي جي گهرن جي وچ ۾ هڪڙو باغيچو آهي. پاڙيسري هوندي بہ جلال پاشا، حبيب سعادت کي ان رات واري جشن جي ڪوٺ ڪانہ ڏني هئي. شايد ان ڪري جو حبيب سعادت غريب وچولي طبقي جو ماڻهو آهي. پر هو راڳ جو شوقين آهي ۽ پال کي اها ڄاڻ هئي تہ حبيب سعادت سندس فن جو پرستار آهي. هن جي گهر جي سامهون پهچي، پال رستي تي بيهي رهيو ۽ ڪجهہ سوچڻ لڳو. اوچتو پال حبيب سعادت جي گهر ڏانهن وڌيو ۽ وڃي زور زور سان ڪڙو ڪڙڪائڻ لڳو. حبيب اکيون مهٽيندو، اوٻاسيون ڏيندو ۽ ٻڙ ٻڙ ڪندو ٻاهر نڪتو. جيئن ئي پال

جي صورت ۾ پنيان مون کي سُرندي سان ڏنائين ته هن جون واڇون کلي ويون. هن جا نند جا نشا ٽٽي ويا. ۾ ۾ ياڪر پائي اسان جي آجيان ڪيائين ۽ اسان کي اندر وٺي ويو. پال هن کي ٻڌايو ته اسان جلال پاشا جي دعوت ڪائڻ آيا هئاسين. پر هن اسان کي ۽ اسان جي فن کي دولت سان خريد ڪرڻ چاهيو. ان ڪري هن جي محفل جو بائيڪاٽ ڪري نڪري آياسين. حبيب اسان کي چانهه پياري. چانهه جو ڪوپ ختم ڪري، پال پاڻمرادو اٿيو ۽ وڃي اهي دريون کوليائين جي جلال پاشا جي گهر پاسي تي کليون. پوءِ مون کي حاڪماڻي لهجي ۾ چيائين ته پنهنجو سرندو کول ۽ پنهنجي فن جو ڪمال ڏيکار. مون سُرندي جون تارون ڇيڙيون. پاڻ جلال پاشا جي بنگلي طرف منهن ڪري ڳائڻ شروع ڪيائين."

سليم ڪجهه گهڙين لاءِ سانت ۾ وڃي ٿو. هن جي منهن تان ڪاوڙ ۽ نٺوليءَ جا اهڃاڻ گم ٿي وڃن ٿا ۽ سنجيدگيءَ جي لهجي ۾ آهستي آهستي چوي ٿو. "مان پال کي پندرنهن سالن کان سڃاڻان. اسين ننڍي هوندي گڏ پڙهيا آهيون. مون هن کي خوشيءَ جي موج ۾ به ڳائيندو ٻڌو آهي ۽ ماتمي مرثيا بلند ڪندي به. مون هن کي عاشق وانگر ڳائيندي ٻڌو آهي ۽ فاتح وانگر فتح جا نغما اوچا ڪندي پڻ. مون اڪثر هن کي رات جي ماٺار ۾ جهونگاريندي ٻڌو آهي، جڏهن شهر ۽ شهر وارا ماڙي ننڊ ۾ هوندا آهن. مون هن جو راڳ لبنان جي ڪليل ماٿرين ۽ ديول جي عبادتگاهه ۾ ٻڌو آهي. پر ڪلهه رات، جڏهن هن جلال پاشا جي گهر ڏي مهڙ ڪري ۽ اکيون بند ڪري هي شعر ڳايو:

مان روز پنهنجي دل جي بيقراريءَ تي رئان ٿو،
جيتري قدر رئان ٿو، دل جي بيقراري وڌي ٿي.

تڏهن مون دل ۾ چيو ته اڄ تائين مان پال جي زبان کي ڳائيندي ٻڌندو رهيو آهيان، پر اڄ مان جي روح کي ڳائيندي پيو ٻڌان. هو غزل مٿي غزل ۽ راڳ مٿي راڳ ڳائيندو رهيو. وايومنڊل سُرن ۽ مٺاڻ سان ڀرجي ويو. مون کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ساري فضا عاشقن جي ڦڙ ڦڙ ۽ چيخون ڪنڌڙ روحن سان گونجي رهي آهي. مون ڏٺو ته پال فن جا پر لڳائي، اڏامي تارن جي دنيا ۾ پهچي ويو آهي... جلال پاشا جي دعوتين جو هي جادو ڀريل روحاني سُر ٻڌا ته پنهنجي وڏ ماڻهپي ۽ معتبري وساري، باغيچي ۾ اچي، حبيب سعادت جي گهر جي درين وٽ بيٺا ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ بيٺا رهيا. انهن ۾ عورتون به هيون ته مرد به. ڪن جي هٿن ۾ شراب جا پيالا هئا ۽ ڪن جي هٿن ۾ مٺن ڪاڏن جون تسريون. ڪي نشي ۾ ڌت هئا. ڪي ڪنڌ ڌوڻي رهيا هئا ۽ واهه واهه پڪاري رهيا هئا. هو ان شخص جي فن جي ڪمال تي آفرين ۽ حيرت جي پڌرائي ڪري رهيا هئا، جنهن ٿوري دير اڳ، هنن جي بي عزتي ۽ ذلت ڪئي هئي. پر مون ٻڌو ته ان وقت جلال پاشا، پنهنجي گهر ۾ غصي کان پاڳل ٿي، هڪڙي ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين اچ وڃ ڪري، گجگوڙي آواز ۾ پال کي گاريون ڏئي رهيو هو ۽ انهن مهمانن کي به گهڻ وڌ ڳالهائي رهيو هو، جي هن جي مڌ جا پيالا ۽ مٺاڻ جون تسريون هٿن ۾ کڻي، پال جو راڳ ٻڌڻ واسطي، هن جي محفل ڦٽائي، پيرن ڀر اتي وڃي بيٺا هئا... اِهو آهي اهو واقعو، جو ڪالهه رات جو ٿي گذريو. هاڻي توهان ئي ٻڌو ته هن ديواني فنڪار جي عجيب غريب حرڪتن کي ڇا چئجي؟"

"واقعي ئي هي عجيب واقعو آهي. مون کي پال واسطي پوري پوري عزت آهي، تنهن هوندي به مان چوندس ته ان محفل جي

حاضرين جي فرمائش ۽ خواهش کي ٺڪرائڻ نہ گهرندو هوس. جهڙي طرح حبيب سعادت جي گهر ۾ پنهنجي ذات ڏيکاريائين، اهڙي طرح جلال پاشا جي محفل ۾ پنهنجي فن جو ڪمال ڏيکاري ٿي سگهيو. ڪيئن يوسف سائين! توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟" خليل چوي ٿو.

يوسف چوي ٿو، "مان پال کي ڏوهہ نہ ٿو ڏيان. مان هن ڪان ائين ڪرڻ جو ڪارڻ بہ نہ پڇندس. مون کي خبر آهي تہ اهو هن جو ذاتي مسئلو آهي. مان اهو بہ توهان کي ٻڌائي ڇڏيان تہ فنڪارن ۽ خاص ڪري ڳائڻ جو ڪردار، عام انسان جي ڪردار کان الڳ ٿيندو آهي. مان پنهنجي هيءَ ڳالهہ وڌيڪ چٽي ڪندس: فنڪار، ۽ فنڪار مان منهنجي مراد آهي تخليق ڪندڙ فنڪار، جو پنهنجن جذبن ۽ خيالن جون نيون نيون صورتون پيدا ڪري ٿو ۽ نون نون خيالن کي جنم ڏئي ٿو. اهڙو فنڪار پنهنجن عزيزن ۽ دوستن ۾ رهندي بہ اڪيلو هوندو آهي. هو طبقاتي سماج واري پنهنجي وطن ۾، بلڪ ساري دنيا ۾ بہ هڪ پرديسي هوندو آهي. جڏهن زماني جو رخ اولهہ طرف هوندو آهي تہ هو پنهنجو رخ اوڀر طرف ڪندو آهي. هو خوش ۽ سکين ماڻهن ۾ غمگين هوندو آهي ۽ غمگين ماڻهن ۾ خوش هوندو آهي. هو طاقتورن ۾ ڪمزور ۽ ڪمزورن ۾ طاقتور هوندو آهي. فنڪار هر پابنديءَ کان آزاد آهي، چاهي دنيا کان خوش هجي يا ناراض، ان ڪري ئي مان چوان ٿو تہ فنڪار جي ڪردار کي عام ڪسوٽيءَ تي پرکڻ نہ کپي."

"يوسف سائين، توهان جي هن گفتگوءَ جو مطلب اهو ئي آهي جو توهان 'لطف ڏيندڙ فن' واري مضمون ۾ پڙهو ڪيو آهي. مون کي معاف ڪجو جيڪڏهن مان پنهنجي اها ڳالهہ ورجايان تہ مغربي

ذهنيت. اها انگريزي ذهنيت جنهن جو سبق توهان ڏئي رهيا آهيو، سو اسان جي نسل ۽ قوم لاءِ تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجندو." خليل چوي ٿو.

"ڇا تون سمجهي رهيو آهين ته ڪلهه رات پال جو ڪجهه ڪيو، سو انگريزي ذهنيت جو اولڙو آهي، جنهن ذهنيت کان توکي بچڻ آهي؟" يوسف پڇي ٿو.

"پال جي شخصيت جي عزت پنهنجي جڳهه تي، پر مان اهو چوڻ کان رهي نه ٿو سگهان ته جو ڪجهه هن ڪيو ان تي مون کي سخت حيرت آهي." خليل چوي ٿو.

"تنهنجو خيال آهي ته پال کي ان ڳالهه جي آزادي هرگز نه آهي ته جتي هو چاهي ۽ جنهن وقت چاهي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري؟" يوسف پڇي ٿو.

"نه نه، هن کي پوري آزادي آهي ته هو جو ڪجهه چاهي، سو ڪري. پر مان ڏسان ٿو ته اسان جي سماجي زندگي اهڙي قسم جي آزاديءَ جو ساٿ ڏئي نه ٿي سگهي. اسان جا لاڙا، اسان جون عادتون، ۽ اسان جون رسمون ۽ رواج ڪنهن هڪ ماڻهوءَ کي اهڙي هلت جي اجازت نه ٿا ڏين جا ڪلهه رات پال ڏيکاري، خاص ڪري اهڙي حالت ۾ جڏهن ان ۾ هن جو ڪو به نقصان نه هو." خليل خيال ظاهر ڪري ٿو.

"تنهنجي چوڻ موجب ڳالهه وڃي اتي ٿي بيهي ته فن کي هڪ طبقي جو پابند هجڻ کپي، جيڪو ڳائڻي جو ڪيسو ڀري سگهي، ۽ ڳائڻي کي پنهنجن جذبن ۽ طبيعت کي نظرانداز ڪرڻ گهرجي ته هو ڳائڻ چاهي ٿو يا نه ۽ نه وري هن کي ماڻهن ۽ ماحول مان ڳائڻ جي اتساهه ملڻ يا نه ملڻ جو خيال ڪرڻ کپي، ڇو ته تنهنجي

ويچار موجب اهي ڳالهيون مغربيت آهن." يوسف چيو ٿو.

"هي بحث ڏاڍو دلچسپ آهي، پر جنهن صورت ۾ ان بحث جو باني اسان ۾ موجود آهي ته ڇو نه هن کي پنهنجي وڪالت ڪرڻ جو وجهه ڏنو وڃي." مسرت مرڪن جو مجسمو بڻجي چيو ٿي.

چانهه جو دؤر هلي رهيو آهي. هرڪو ڪوپ مٿان ڪوپ سرڪيون ڀري ختم ڪري رهيو آهي ۽ چانهه بحث کي وڌيڪ گرم بڻائي ڇڏيو آهي.

پال ڪافي دير کان خاموشيءَ سان ٻڌي رهيو آهي. هينئر ڪوپ سان چانهه جي پڇاڙڪي سرڪي ڀري چيو ٿو، "مون چاهيو ٿي ته سليم اهو قصو نه ڇيڙي. مون ان واقعي کي وسارڻ ٿي گهريو. پر مان ڏسان پيو ته منهنجي ماٺ ٻين واسطي غلط فهميءَ جو ڪارڻ بڻجي رهي آهي. ان ڪري مجبور ٿي مون کي ان سلسلي ۾ پنهنجي ويچارن جي پڌرائي ڪرڻي پوي ٿي. مون کي خبر آهي ته منهنجا ڪيترا واقف، مون تي مختلف قسمن جا اعتراض ڪندا آهن. ڪو مون کي مغرور سمجهندو آهي، ڪو مون کي خود پرست سڏيندو آهي. ڪي ته مون کي نيچ به چوندا آهن. مان ان جو ڪهڙو جواب ڏيان؟ ائين ڪٿي سمجهو ته اهو منهنجو سڀاءُ بڻجي ويو آهي، جنهن کي مان بدلائي نه ٿو سگهان. پر اهڙا ماڻهو جي منهنجي باري ۾ اهڙيون فتوائون ڏين ٿا، تن کان ڪير پڇي ته مان ڪهڙو به آهيان، منهنجي پنيان ڇو ٿا پئو، منهنجي جند ڇو نه ٿا ڇڏيو! ڪيترائي ڏتڙيل ۽ بکيا ڳائڻا، شاعر ۽ قصيدي گو پيا آهن، جي پنهنجا ويچار، پنهنجا جذبا ۽ پنهنجا آواز وڪڻندا رهن ٿا. هو پنهنجو ذهن، ڪجهه سڪن يا مانيءَ جي هڪ ويلي يا مڌ جي هڪ پيالي جي عيوض وڪرو ڪندا آهن. شهر جا سرمائيدار ۽ دولتمند به ا

راز کان واقف ٿي ويا آهن ۽ ادبين ۽ فنڪارن کي خسيس رقم جي بدلي ائين خريد ڪندا آهن جيئن بازار مان گهوڙو يا رڍ ڪنهجي. ڳائڻ. جن کي هو نفرت سان مگٿهار ڪوٺيندا آهن، سي ته اجا به سستي جنس آهن. هو غلام آهن ۽ هنن جي فرضن ۾ اهو به داخل آهي ته شادين ۾ ڳائين، محفلن ۾ نچن، غم جي مجسلن ۾ ماتم ڪن ۽ قبرن تي مرثيا پڙهن، پوءِ ان غم يا خوشيءَ سان هنن جو واسطو به نه هجي ۽ ان شادماني يا ماتم کان جذباتي طرح متاثر به نه هجن، ته به ڳائين. ڇڻ ته هو غم يا خوشيءَ جون مشينون آهن، جي غم يا خوشيءَ جو بڻڻ ڏيائڻ سان اهڙي پيداوار ڏينديون. جي هو غم يا خوشي جي اظهار جو وسيلو بنجي نه سگهن ته هنن کي هڪڙي ڪنڊ ۾ اڇليو ويندو آهي، ڇڻ ته هو واپار جو اهڙو وکر آهن، جنهن جي ڪا قيمت ڪانهي. ان لاءِ مان انهن سرمائيدارن ۽ رئيسن کي ڏوهه ڏيڻ کان وڌيڪ انهن ادبين، شاعرن ۽ ڳائڻن کي ذميوار سمجهان ٿو. هنن ۾ خودداري ڪانهي ۽ هو پنهنجي اهميت کي محسوس نه ٿا ڪن ۽ پاڻ کي نيچو نوائين ٿا."

"ڪالهه رات ماڻهو تنهنجي خوشامد ڪري رهيا هئا ۽ هر ممڪن طريقي سان چاهي رهيا هئا ته تنهنجي واتان گيت ٻڌن. تڏهن به تون سمجهين ٿو ته جلال پاشا وٽ ڳائڻ، ذلت ۽ بيعزتيءَ جو باعث هو." خليل چوي هو.

پال وراڻي ٿو، "جي مان جلال پاشا جي محفل ۾ ڳائي سگهان ها ته ضرور ڳايان ها. پر مون چوڌاري نظر ڦيرائي ته اتي اهڙا سرمائيدار، سيٺيون ۽ رئيس ڏٺم، جي سڪن جي جهنڪار کان سواءِ ٻيو ڪوبه آواز نه ٻڌندا آهن. هو جيون جي باري ۾ فقط ايترو ڄاڻن ٿا ته پاڻ کي دولت ۽ عزت جي بلندين تي پهچائين ۽ ٻين کي

محتاجي ۽ ذلت جي غارن ۾ ڌڪي ڇڏين. مون کي اتي ڪير به
اهڙو نظر نه آيو جو سنگيت جي ساڃهه رکندو هجي. هن فقط اهو
فخر حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو ته اسان فلاڻي عظيم فنڪار کي پنهنجي
دولت جي زور تي پنهنجي محفل ۾ راڳ ڳارايو... موسيقي روح جي
زبان آهي ۽ جڏهن راڳ، ڳائيندڙ ۽ ٻڌندڙن جي روحن کي هڪ ٿي
راحت ۾ ڳنڍيندو آهي، تڏهن ئي ڳائڻ جو مقصد پورو ٿيندو آهي.
حقيقت هيءَ آهي ته انهن پرمارن کي ڏسي مون ۾ ڳائڻ جو اتساهه
ئي پيدا ڪونه ٿيو. منهنجو فن جي نمائش جو شوق ئي مري ويو."

"۽ پوءِ تون حبيب سعادت جي گهر پهتين ۽ فقط جلال پاشا
کي ستائڻ ۽ هن کي ذليل ڪرڻ واسطي، ساري رات ڳائيندو رهئين."
خليل ٽوڪ مان چوي ٿو.

پال پنهنجي دستوري لهجي ۾ ورائي ڏئي ٿو، مون کي جلال
پاشا جي محفل نفرت سان ڀري جديو هو. اتي موجود اميرن، شيخن
۽ سيٺين جو ڪوڙو ڏيک ۽ فضول عياشي ڏسي مون کي بيحد بيچان
آئي هئي، هن جي چهرن تي مون کي پورهيت جو رت نظر آيو هو ۽
منهنجو روح مري ويو هو، اتي مان جيڪڏهن ڳايان ها ته به انهن
دولتمندن کي لعنت ملامت ڪرڻ وارا گيت ڳايان ها، جي هو
برداشت نه ڪري سگهن ها، ۽ حد تڏهن ٿي چڪي جڏهن جلال
پاشا مون کي خريد ڪرڻ چاهيو، پوءِ مان حبيب سعادت وٽ ان
بيچاني ۽ نفرت جو بار هلڪو ڪرڻ خاطر صبح تائين ڳائيندو رهيس.
اهڙي هلت کي تون جلال پاشا کي ستائڻ يا ذليل ڪرڻ ڪوئي نه
ٿو سگهين. فن، تجارت جو وکر بنجي نه ٿو سگهي، جو صرف
شاهوڪار پئسي سان خريد ڪري سگهن، ۽ عوام ان کان محروم
رهي، ۽ خود فنڪار به پنهنجي طبيعت ۽ احساس خلاف عمل ڪرڻ

ٿي مجبور ٿئي. ان حقيقت کي مغربيت جڻي نظرانداز ڪري نہ ٿو سگهجي."

"پال سائين، مان توسان متفق آهيان. جيڪي مون چوڻ ٿي چاهيو، سو تو ڏاڍي چڱي نموني چيو آهي." يوسف چوي ٿو.

"پال سائينءَ جي گفتگوءَ ۾ بہ اهو اثر آهي، جو هن جي راڳ ۾ هوندو آهي." سليم چوي ٿو.

"مان اهي ڳالهيون مڃڻ لاءِ تيار نہ آهيان. توهان جو فلسفو، انهن بيمارين مان هڪڙي بيماري آهي، جي يورپ مان اچي اسان جي سماج کي گُهڻي وانگر اندران ئي اندران کائي رهيون آهن." خليل چوي ٿو.

نوڪرياڻي، مسرت کي اچي اطلاع ٿي ڏئي تہ کاڌو تيار آهي ۽ ميز تي رکيو ويو آهي. يوسف اٿندي سڀني کي چوي ٿو تہ اٿو هلو کاڌي جي ڪمري ڏي. سڀ اٿي کڙا ٿين ٿا. يوسف، خليل ۽ سليم ٻاهر هليا ٿا وڃن، پر پال ۽ مسرت وچ ڪمري ۾ ويهي ٿا رهن. هو هڪ ٻئي کي مرڪندڙ نظرن سان ڏسن ٿا. هن جي اکين ۾ اهڙي روشني آهي، جنهن جو بيان ڪرڻ لاءِ لفظ اڃا وجود ۾ نہ آيا آهن.

"ڇا توکي خبر آهي تہ ڪلهہ رات مان تنهنجو راڳ ٻڌي رهي هئس." مسرت آهستي چوي ٿي.

"تون منهنجو راڳ ٻڌي رهي هئينءَ! تون، ڇا منهنجي آواز جو روح آهين، مون کي نظر ڇو نہ آئينءَ؟" پال حيرت مان چوي ٿو.

"ڪلهہ رات مان پنهنجي ڀيڻ مريم وٽ سمهڻ وئي هئس، ڇو تہ هن جو مڙس ڪيڏانهن ٻہ ٽي ڏينهن ٻاهر ويل هو. مسرت چوي ٿي،

"تنهنجي ڀيڻ جو گهر اتي ڪٿي آهي؟"

